# قومپرستي جي تاريخ

## ۽ سنڌي سماج ۾ اثر

قومپرستي جي تاريخ ، ڏاهن جي نظر ۾ قوم پرستي ، قومپرست اڳواڻن جو نظريو ، اسلامي نقطۂ نظر سان قوم پرستي ، سنڌ جي تعليمي ادارن ۾ قوم پرستي جا اثرات ۽ قوم پرست سياسي پارٽين جي ناڪامي جي اسبابن جو بهترين جائزو .


جمع و ترتيب

ابو عمر غلام مجتبیٰ چنا

# فهرست

# پيش لفظ

شدت پسندي ڪنهن بہ سماج لاءِ هڪ اهڙي گهاتڪ ۽ زهر آهي جيڪا بغير تلوار ۽ خنجر جي سماج جي اخلاقي قدرن ، علمي اؤسر ، تهذيب ۽ ثقافت جي بنيادن جو غير محسوس طريقي سان ڪوس ڪري تباهہ ۽ نيست ڪري ٿي ، ايتري تائين جو جيڪا سوچ ۽ فڪر پنهنجي پاڻ ۾ امن ، محبت ، ڀائيچارو ۽ مساوات جو سمنڊ آهي پر تنهن هوندي بہ جڏهن ان ۾ شدت پسندي اچي ٿي تہ اها هڪ لاعلاج مرض جيان مهلڪ بيماري بڻجي وڃي ٿي ڇو جو شدت پسندي جي شروعات ئي ڪنهن بہ فڪر ۽ نظريي جو پنهنجي دائري ۽ حدن کان وڌڻ سان ٿئي ٿي جڏهن اها پنهنجي حدن کان اڳتي وڌي ٿي تہ نتيجو بربادي ۽ تباهي کان علاوه ٻيو ڪجهہ نہ نڪرندو ، اسان جي سماج ۾ ان شدت پسندي جي لفظ کي جيتوڻيڪ مذهبي ڪٽرپڻي ۽ انتها پسندي سان مشهور ڪيو ويو آهي پر اها

مذهب سان ئي خاص ۽ لازم ناهي شدت پسندي ۽ انتها پسندي هر فڪر ۽ نظريي سان واڳيل ٿي سگهي ٿي ، مثال طور سياسي شدت پسندي جو هڪ مثال گڏريل ڏينهن ٿي گذريو جو ٻه دوست جيڪي ڪيترن ئي سالن کان وٺي دوست هئا پر سياست ۾ ٻئي الڳ الڳ پارٽي جا سپورٽر هئا ۽ هر ڪوئي پنهنجي پنهنجي سياسي اڳواڻ جي محبت ۾ شدت پسند هئا ڳالهين دوران جڏهن هڪ دوست ٻئي جي محبوب سياسي اڳواڻ لاءِ ڪو گٿو لفظ ڪڍيو جنهن تي هُو ڏمرجي ويو ۽ پر ۾ رکيل لوهه جو سريو ڪڍي مٿي وارو وهائي ڪڍيائين جنهن ڪي سريو لڳو اهو دوست ڪي ڏسندي ڏسندي ڪريو ۽ اسپتال پهچڻ کان پهرين ئي دم ڏنائين . هي پنجاب جو سچو واقعو آهي ان سان ملندڙ جلندڙ ڪيترا ئي واقعا اسان ٻه ٻڌا هوندا . في نفسہٖ سياست مخلوق جي خدمت ڪرڻ جي هڪ تمام بهترين واٽ ۽ ذريعو آهي پر جڏهن ان عمل ۽ سوچ جي حدون اورانگهي ، ان جي انتهائي حدن کان

ٿيپي انتها پسندي ۾ داخل ٿي وڃبو تہ اها ئي خدمت نہ صرف پنهنجي لاءِ بلڪ سماج لاءِ بہ آفت ۽ ڏمر بڻجي وڃي ٿو ان ئي طرح پنهنجي قوم سان محبت ڪرڻ ، ان جي تعمير ۽ ترقي جو خواهشمند هجڻ ، پنهنجي قوم جي سياسي ، معاشي ، رياستي ، فڪري ارتقاء لاءِ مختلف اپاءَ وٺڻ ۽ ڪوشش ڪرڻ جي معنيٰ ۾ قومپرست هئڻ بهترين شيءِ آهي بلڪ پنهنجي قوم جي اهڙي خدمت ڪرڻ سان دنيا ۽ آخرت ۾ ڪاميابي ماڻي سگهي ٿو پر جڏهن ان ۾ بہ پنهنجي حدن ڪان انسان ٿيپي وڃي ٿو تہ ان وقت سماج لاءِ اهو شخص بہ هڪ گهرو گهاءُ ۽ ناسور بڻجي وڃي ٿو .

اسان جي سماج جي بدقسمتي اها آهي جو نوجوان نسل کي جنهن موجوده قومپرستي جي نالي تي جنهن جذباتيت جو رنگ چاڙهيو ٿو وڃي اهو رنگ حقيقت ۾ شدت پسندي ، ڪٽرپڻي ۽ انتها پسندي جو رنگ آهي ان لاءِ ضروري سمجهيو وڃي ٿو تہ ان قومپرستي

انسانيت کي کھڙو نقصان رسايو آهي تاريخ جي آئيني ۾ جانچڻ گھرجي ۽ ڇا سنڌ ۾ موجوده قومپرستي جي نالي تي جيڪا چورن وڪامجي پئي ڇا اها بہ ساڳئي ئي آهي يا هي فڪر ۽ تصور خالص خدمت ۽ نج خوبي ۽ خاصيت آهي

## پهرين عالمي جنگ جو سبب

اڄ کان تقريباً هڪ سئو ڏهه سال اڳ جو واقعو آهي
جڏهن آسٽريا رياست جي پاڙي ۾ نئي رياست سربيا
وجود ۾ اچي چڪي هئي ۽ آسٽريا جي شهر بوسينيا
جيڪو سرب رياست جي سرحد سان مليل هيو آسٽريا
جو ولي عهد سندس گهر واري سان گڏ فوجي مشقون
ڏسڻ پهتو هيو حالانڪ سيڪيورٽي انچارج عرض
ڪري چڪو هيو ته بادشاه سلامت توهان هتي نه اچو
ڇو جو هتي قومپرستن جي گهٽائي آهي ۽ انهن جو
سخت ترين مطالبو آهي ته اسان جو هي شهر سرب
رياست ۾ شامل ڪيو وڃي جن سان ڪيترا ئي دفعا
آسٽريا فوجين جون جهيڙاڪيون ٿي چڪيون آهن ان
لاءِ جيسيتائين هتي امن قائم نه ٿئي توهان هتي نه
اچو . سيڪيورٽي انچارج جي منع ڪرڻ باوجود
آسٽريا جو ولي عهد آرچ ڊيوڪ فرانز فريڊيينيند آيا
هوڏانهن قومپرست ڪامريڊ ان موقعي جي انتظار ۾

ويٺا هئا جيئن ڪامريڊن کي موقعو مليو انهن آسٽريا جي ولي عهد ۽ ان جي گهر واري تي شديد فائرنگ ڪري قتل ڪري ڇڏيو . ظاهري طور تہ اهو فقط هڪ مرد ۽ عورت جو قتل هيو پر حقيقت ۾ اهو قتل دنيا جي تقريباً ٻن ڪروڙن بي گناهہ انسانن جن ۾ عورتون ، ٻارڙا ۽ پوڙها بہ شامل هئا جو قتل ثابت ٿيو ڇو جو پهرين جنگِ عظيم جي شروعات ان قومپرست دهشتگردي جي ڪري ئي ٿي . اها ئي دهشتگردي اهڙي چڻنگ ثابت ٿي جنهن دنيا ۾ ايتري وڏي تباهي آندي جنهن بابت فقط سوچڻ سان ئي بدن جا وار ڪانڊارجي وڃن ٿا ، تاريخ جي چار سئو سالن جي جنگين ۾ ايترو جاني مالي نقصان نہ ٿيو جيترو ان چڻنگ جي ڪري ٻرندڙ باهہ جي ڪارڻ چار سالن ۾ جاني مالي نقصان رسيو.

برطانوي تاريخدان مائيڪل هاورڊ ، جنهن پهرين عالمي جنگ جي تاريخ مرتب ڪئي ، پنهنجي ڪتاب

’دي فرسٽ ورلڊ وار‘ ۾ لکيو آهي تہ يورپ ۾ ويهين صديءَ جي شروعات ۾ قومپرست تحريڪون عروج تي هيون.

سندس چوڻ موجب، سربيا جي آزاديءَ کان پوءِ يورپ ۾ رهندڙ سلاوي نسل سان تعلق رکندڙ ماڻهن ۾ بہ سلاوڪ قومپرستي جون تحريڪون زور وٺنديون رهيون.

هو لکي ٿو تہ سربيا جي آزاديءَ جي صورت ۾، سلاوي قومپرستن جي طاقت اڳ ۾ ئي گهڻي چڪي هئي. تنهن ڪري آرچ ڊيوڪ فرانز جي قتل کان پوء آسٽريا کي سلاوي قومپرستي جي خطري کي منهن ڏيڻ لاء هڪ جواز هٿ اچي ويو .

آسٽريا جڏهن پنهنجي بادشاهہ آرچ ڊيوڪ فرانز ۽ سندس ملڪ صوفي جي قتل خلاف سربيا سان جنگ شروع ڪئي تہ ان سان اتحاد ۾ جرمني ۽ هنگري تي مشتمل طاقتون شامل هيون بعد ۾ سلطنت عثمانيہ ۽

بلغاريہ پڻ شامل ٿيون جڏهن تہ سربيا سان اتحادي قوتون برطانيہ ، فرانس ، روسي بادشاهت ۽ بعد ۾ امريڪي رياستون اٽلي ، يونان ، پرتگال ۽ رومانيہ بہ شامل هيون انهن عالمي طاقتن جي وچ ۾ عظيم جنگ جو ميدان سينگاريو ويو فقط هڪ قومپرست گروهہ جي دهشتگرديءَ جي ڪري . ان ئي جنگ دوران تاريخ اهو ڏينهن بہ ڏٺو جو پهرين جولائي 1916 سومي جي علائقي ۾ 57 هزار برطانوي فوجي هڪ ڏينهن ۾ قتل ڪيا ويا .

پهرين مهاڀاري جنگ جو جيڪڏهن تجزياتي اڀياس ڪيو وڃي تہ پوري دنيا ۾ انسان ذات جي قتلام جي بہ پراڻي ممڪن ناهي مقتولين کان بعد جيڪي اثرات دنيا تي پيا انهن انسانيت لاءِ زندگي موت کان وڌيڪ بدتر بڻائي ڇڏي هئي.

معاشي ، سماجي ، اقتصادي ، سياسي ، رياستي ايتري تائين جو انفرادي اعتبار سان بہ جيڪي ابتري حالتون

پيدا ٿي چڪيون هيون اهي بيان ڪان ٻاهر آهن ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته مؤرخين مطابق ان جنگ ۾ يورپ جي پوري هڪ نسل تباه ۽ هلاڪ ٿي چڪي هئي ڇو جو ان جنگ ۾ صرف فوجي نه بلڪ عوام به شامل هيو تنهنڪري نوجوان تقريبا ئي قتل ٿيا هيا يا وري معذور بڻجي چڪا هئا جيڪي جنگ ۾ شامل ٿيڻ کان انڪاري هئا انهن کي ملڪ جو غدار چئي جيلن ۾ وڌو ويو جيڪي اتي ئي هلاڪ ٿي ويا.

ان جنگ مان صرف يورپ ئي متاثر نه ٿيو بلڪ اها جنگ ئي مسلمانن جي عظيم سلطنت ، سلطنت عثمانيه جي خاتمي جو سبب بڻي ڇو جو سلطنت عثمانيه پهرين عالمي جنگ ۾ جرمني سان اتحادي هيو تنهنڪري تمام وڏو جاني نقصان رسيو انگريزن اتي به سازش ڪري قومپرستي جو ڪارڊ کيڏيو ۽ عرب صوبن کي سلطنت عثمانيه کان باغي ڪري

عرب رياستون ﭑٽايون ۽ ڪمال اتا ترڪ جي ذريعي سيڪيولر ترڪي وجود ۾ آندو ويو.

معلوم ٿيو تہ دنيا ۾ پهريون پيرو ايتري وڏو تباهي ڪان وٺي امت اسلاميہ جيڪا هر طرح جي تعصب ڪان مٿانهين ٿي ڪري هڪ ئي اسلام جي جهنڊي تحت متفق ۽ متحد هئي ان اتفاق ۽ اتحاد ڪي ٽوڙي ذرا ذرا ڪرڻ ۾ قومپرستي جو ئي عصبيت وارو غير انساني فڪر هو

موجوده قومپرستي جي شروعات ۽ ان ناسور تصور جي تخليقي اسباب ڏانهن نگاهہ ڪرڻ ڪان اڳ ضروري آهي تہ قومپرستيءَ چا آهي ان جو مفهوم بيان ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو . .

## قومپرستي جي معني

Nationalism is an ideology based on the concept that a person's loyalty and devotion to the nation or the state takes

precedence over any individual or group interest. For nationalists, the nation goes first.

قومپرستي هڪ اهڙو نظريو آهي جيڪو هن تصور تي ٻڌل آهي ته هڪ فرد جي قوم يا رياست سان وفاداري ۽ عقيدت ڪنهن فرد يا گروهه جي مفاد تي ترجيح ڏئي ٿي. قومپرستن لاءِ قوم سڀ کان مقدم آهي.

## وڪي پيڊيا جي مطابق قومپرستي

قوم پرستي پنهنجي خاندان، قبيلي، نسل کي پنهنجي ذات کان مٿانهون ۽ برتر سمجهڻ ۽ هر حال ۾ پنهنجي قوم جي حمايت ۽ مدد ڪرڻ ۽ قوم کي قائم رکڻ کي چيو ويندو آهي.

قومپرستي جي تعريف مان ئي واضح ٿئي ٿو ته هن نظريي جي تت ۽ جوهر ۾ وڏائي ، تڪبر ، عدم مساوات ۽ تعصب جو عنصر شامل آهي جو اها سوچ

رکندڙ لاءِ لازمي آهي جو هو ٻين قومن کان پنهنجي قوم کي مٿانهون ڄاڻي جڏهن پنهنجي قوم کي ٻين کان بهتر ۽ مافوق ڄاڻيندو ته ٻئي قوم کي کمتر ۽ حقير سمجهڻ لازم آهي اها صرف هڪ بنيادي نحس ۽ بڇڙائي ناهي بلڪ اها هڪ بڇڙائي ٻين کيترن ئي باطني ۽ دماغي بيمارين جي ماءُ آهي جنهن جي پيٽ مان ٻيون نحوستون جنم وٺن ٿيون مثال طور ان کري ئي تعصب پيدا ٿئي ٿو تعصب ئي نفرت جو ٻج آهي ۽ جنهن سان نفرت هجي ان جا گُڻ ۽ خوبيون به اوَگُڻ ۽ خاميون نظر ايندیون آهن ڪڏهن توهان ڪنهن قومپرست ڪامريڊ کي ڪنهن مهاجر ، پنجابي يا پٺاڻ جي ڪنهن فعل جي تعريف ڪندي نه ٻڌو هوندو ، ڇا انهن قومن ۾ ڪا هڪ عادت ۽ عمل به قابلِ تعريف ناهي ؟ جيڪڏهن آهي ته سلڇڻي کي سلڇڻو ۽ بدلڇڻي کي بدلڇڻو چوڻ حقيقت جو اعتراف ڪرڻ آهي پوءِ ان حقيقت کان انحراف ڇو آهي ؟ وجه ٻڌائي ڇڪو آهيان ته قومپرستي ۾ تڪبر

۽ تعصب جي ڪري نفرت پروان چڙهي پئي ان ڪري ٻين جي هر عادت و عمل برو آهي .

ٻئي برائي تڪبر مان جيڪا پيدا ٿئي ٿي اها حسد آهي جنهن ڪي سنڌيءَ ۾ ساڙ بہ چوندا آهن ، هڪ پاسي قومپرست ٻين قومن کي گهٽ ۽ ڪم تر تصور ڪندو ٻئي پاسي ان قوم جي ترقي ۽ تعمير هن ڪي قلبي اذيت ۾ مبتلا ڪندي ، جيڪا قوم قومپرست جي نظر ۾ گهٽ آ ان جي ترقي ۽ فوقيت هن جي دل ڪي جهوريندي رهندي ساڙ هڪ اهڙي سزا آهي جيڪا انسان پنهنجي پاڻ ڪي بغير ڪنهن وجہ جي پاڻ کي ڏي ٿو .

ٽئين ڳالهہ تڪبر جي خصلت ڪري انسان ضدي ٻڻجي وڃي ٿو ايتري حد تائين جو اڪين ڏٺي سچ ڪي بہ مڃڻ کان انڪاري ٿيو پوي مثال طور سنڌي جي مقابلي ۾ ڪنهن پناڻ يا پنجابي جو ڪيس ۽ مقدمو هجي ۽ پنجابي يا پناڻ حق تي بہ هجي پر قومپرست پنهنجو

قومي فريضو سمجهندو تہ سنڌي جو ساٿ ڏيان ۽ مقدمو ڪٽايان ، حق کي پنهنجي ڏئي ناحق جو ساٿ ڏيڻ پنهنجو فرض سمجهندو يقيناً اهو عمل انسانيت ۽ مساوات جي خلاف آهي .

قومپرستي جي تعريف ۾ خودپسندي جو عنصر پڻ شامل آهي جيڪو قوم جي ارتقائي سفر هڪ تمام وڏو اسپيڊ بريڪر آهي چو جو تنقيدي سوچ ۽ نظر انسان جي خامين کي ڇاٽي سندس نج نِبار ڪري ترقيءَ جي پنڌ جو پانڌيئڙو ڪري دنيا آڏو نمودار ڪري ٿي قوم جي اڳتي وڌڻ جي رڪاوٽن مان هڪ وڏو سبب خودپسندي بہ آهي.

## ٻئي عالمي جنگ جا اسباب

ٻئي مهاياري جنگ ڏسجي تہ اها بہ قومپرستي جي ئي پيداوار هئي جنهن ڪري دنيا جي تاريخ ۾ ايتري ڪڏهن تباهي ۽ هلاڪتون نہ ٿيون جيتري تباهي ان جنگ ڪئي. جرمنيءَ ۾ قومپرستي جو نياڳ ڳاٽي

چڙهيل هيو هو ڪنهن به طرح اهو مڃڻ لاءِ تيار ئي نه هئي جو ٻيون قومون به سندن برابر ۽ مساوي درجو رکن ٿيون ٻي عالمي جنگ تڏهن شروع ٿي جڏهن جرمني پولينڊ تي ڪاهه ڪئي .هن ڇهن سالن جي جنگ ۾ لڳ ڀڳ 7 کان 8 ڪروڙ ماڻهو مارجي ويا جن ۾ 50 ملين شهري ۽ 20 ملين فوجي شامل هئا . پهرين عالمي جنگ وانگر ٻي عالمي جنگ ۾ به دنيا ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي. هڪ طرف اتحادي طاقتن (United Powers)۾ برطانيه، آمريڪا، فرانس، سوويت يونين، پولينڊ، چين، يوگوسلاويا ۽ يونان شامل هئا. ٻئي طرف، Axis Favour (Axis Favor)جنهن ۾ جرمني، اٽلي ۽ جاپان شامل هئا.

ٻئي مهاڀاري جنگ ۾ جرمني بلٽز ڪريگ Blitzkrieg

نالي حڪمت عملي سان جنگ وڙهي بلٽز ڪريگ جو مطلب آسماني بجلي ڪنوڻ آهي ان حڪمت عملي سان

دفاعي قوت جو حصار ٽوڙي ان جي طاقت کي ختم ڪري قبضو ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ان ۾ وڏي تعداد ۾ پيٽريون، ٽينڪ ۽ گولا بارود استعمال ڪيا ويا. اهي لشڪر تنگ محاذ ۾ دشمنن جي دفاعي باڙ کي ٽوڙي ڇڏيندا هئا. هوائي فوج جي طاقت جي ڪري دشمن جي حملي کي منهن نہ ڏئي سگهيو. جرمن فوجن مخالف قوتن کي گهيرو تنگ ڪري کين هٿيار ڦٽا ڪرڻ تي مجبور ڪيو.

جرمنيBlitzkrieg حڪمت عملي ذريعي پولينڊ تي سيپٽمبر 1939ع حملو ڪيو ويو ، ڊنمارڪ تي (اپريل 1940)، ناروي تي بہ (اپريل 1940)، بيلجيم تي (مئي 1940)، هالينڊ تي (مئي 1940)، لگزمبرگ تي (مئي 1940)، فرانس تي (مئي 1940)، يوگوسلاويا تي (اپريل 1940) ۽ يونان تي (اپريل 1941). تي حملو ڪري تمام ئي ملڪن کي شڪست ڏني پر جرمني برطانيہ کي

شڪست ڏئي نہ سگهيو، جيڪو انگريز چينل جي زميني حملي کان محفوظ هو .

جرمني جي حڪمران نازي پارٽي ( جنهن مختلف ملڪن تي حملا ڪري ٻئي مهاڀاري لڙائي شروع ڪرائي ) يهودين سان نسل پرستيءَ جي بنياد تي نفرت ، تعصب ۽ دشمنيءَ جي سوچ ۽ نظريي کي سڀ کان وڌيڪ ڪنور شڪل ۽ صورت ۾ فروغ ڏنو. اهو تعصب ۽ نفرت ئي پارٽي جي نسل پرست عالمي نظريي جو مرڪزي خيال (**Central Idea)** هو نازين جو خيال هو تہ دنيا مختلف نسلن ۾ ورهايل هئي ۽ ڪجهہ نسل ٻين کان برتر ۽ ڪجهہ نسل انتهائي ڪمتر هئا. اهي جرمنين کي مبينا طور تي اعليٰ "آرين" نسل مان سمجهندا هئا. هنن دعويٰ ڪئي تہ "آرين" کي مجبور ڪيو ويو تہ هو ٻين، گهٽيا ۽ ڪمتر نسلن سان گڏجي مشڪل زندگي گذارين. حالانڪ جرمنين عالي نسل هئڻ ڪري ٻين کان بهتر

زندگي گذارڻ جا مستحق آهن ۽ ٻين نسلن سان مجبوراً گڏجي زندگي گهارڻ انهن کي ذليل ۽ خوار ڪرڻ آهي .

وڏيڪ نازي عقيدو اهو هو ته نام نهاد "يهودي نسل" سيني نسلن کان تمام گهڻ ۽ خطرناڪ آهي. نازين جي مطابق ، يهودي هڪ وڏو خطرو هو، جنهن کي جرمن سماج مان ختم ڪرڻو ۽ لوڏي ڪيڻ انتهائي ضروري هو. ٻي صورت ۾، نازي پارٽي ڪليل لفظن ۾ چيو ته "يهودي نسل" جرمن ماڻهن کي هميشه لاء تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيندو. نازي يهودين جي نسل پرست تعريف ۾ عيسائي ۽ غير يهودي شامل هئا. هولو ڪاسٽ جي پوري تاريخ ئي نسلي متپيد تي مشتمل آهي

## موجوده قومپرستي جي شروعات

قوميت يا قومپرستي جو نظريو ٻہ ٻين جديد نظرين جيان،

ٻئي مهاياري لڙائي کان بعد يورپ جي نشاة الثاني ۽ ٻيهر اڏاوت يورپ جي خوشحالي ۽ يورپين آبادي جي انتظام هڪ نئين انداز سان زور ورتو ۽ صنعتي انقلاب آيو زراعت جي شعبي بجاءِ صنعت ، هنرمندي ، سائنسي تعليم جو رجحان وڌي ويو اهو ئي قومپرستي جو وڏو سبب هيو صنعتي انقلاب يورپي سماج ۾ ٻہ وڏيون تبديليون آنديون شهرن ڏانهن لڏپلاڻ روايتي قبائلي ۽ خانداني لاڳاپن کي ڪمزور ڪري ڇڏيو اڳ جيڪا خانداني محبت ۽ واسطيداري هئي شهرن جي مصروف زندگيءَ ۾ ان رسم و رواج کي بحال رکڻ ممڪن ئي نہ هيو توهان جو ٻہ مشاهدو هوندو جو ڪراچي جهڙن وڏن شهرن ۾ ماڻهو پنهنجي پاڙيسرين کي سڃاڻيندا بہ ناهن ڪو اوپرو ماڻهو

جيڪڏهن ڊفينس ۽ ڊي ايچ اي جهڙن هائوسنگ پراجيڪٽس ۾ ڪنهن جي ايڊريس پڇندو ته وڏي ڏچي ۾ پئجي ويندو هو مطلوبہ هنڌ تائين پهچي ئي نہ سگهندو تنهنڪري شهري زندگي ۾ جيڪا نفسا نفسي لڳي پئي آهي اها ڪنهن کان ڳجهي ناهي ، ٻئي ڳالهہ تہ يورپ ۾ جڏهن سائنسي تعليم ، ايجادات ۽ سائنسي نظريات عام ٿيا تہ ماڻهن جو انهن نظريات تي يقين وڌنڌي وڌنڌي اعتقاد جي درجي تي پهچي ويو ۽ جيڪي مذهبي نظريات سائنسي ٿيوريز جي خلاف هئا ماڻهن انهن مذهبي نظريات جو انڪار ڪيو مثال طور ڪائنات جي شروعات قرآن ۽ بائيبل ٻڌائي ٿو ان جي جاءِ تي بگ بينگ ٿيوري اچي وئي ، زمين تي زندگي جي شروعات ۽ انسان جي موجوده صورت ۾ هجڻ جي ٿيوري آف ايولوشن نظريہ ارتقا اچي ويو انهن نظريات ۽ سوچ مذهبي طاقتن کي بہ ڪمزور ڪري ڇڏيو هو ۽ الحادي سوچ پختہ ٿيندي وئي انسانذات کي هڪ هنڌ جمع ڪرڻ لاءِ مذهب تمام وڏو

ڪارڻ ۽ طاقت هئي ۽ اهو ڪارڻ ختم ٿيڻ جي ويجهو هيو ٻئي پاسي جنگ ڪان بعد جيڪو معيشت ۽ اقتصاديات جو بحران آيو انساني اک اڳ ڪڏهن نہ ڏٺو هو تنهنڪري معيشت ڪي هڪ اهڙو تصور ۽ فڪر جو روپ ايجاد ڪرڻ جي ضرورت هئي جيڪو انسانن ڪي وڏي پيماني تي ڳنڍي ۽ انهن جي گڏ ٿيڻ جو جواز پيدا ڪري ان ڪارڻ ئي قومپرستي جو هڪ نئون ۽ مضبوط تصور پيدا ڪيو ويو چو جو ان ڪان بهتر ٻيو ڪوئي اهڙو جواز جيڪو ماڻهن ڪي ڳنڍي ۽ متحد ڪري نہ هيو.

نئين قومپرستي جي تصور جو خلاصو اهو آهي تہ فردن

جي گڏ ٿيڻ جو فطري بنياد، يعني سندن اجتماعي وجود،

سندن نسل يا قوم آهي. ٻئي ڪنهن بہ قوم ڪي ڪنهن بہ

قسم جو سياسي ، سماجي ، معاشي ڪوئي حق ، واسطو ناهي

هر ذي شعور انسان سمجهي سگهي ٿو تہ اهو قوميت جو تصور اجتماعيت جو آهي يا انفراديت ۽ ڇڙواڳيءَ جو ؟

انهن بنيادن تي يورپ ۾ جدا جدا قومون وجود ۾ آيون. انهن پاڻ کي صنعتي ۽ اقتصادي طور تي ترقي يافتہ ۽ خودمختيار بڻائڻ جي ڪوشش ڪئي. ٽين دنيا جي ملڪن کي غلام بنائڻ ۽ انهن جي دولت کي ڦرڻ پڻ شروع ڪيو انهن جي قدرتي وسائل جو استحصال شروع ڪيو تہ جيئن پنهنجي قومن کي ٻين تي فوقيت ملي ۽ وڌايو وجي. بعد ۾ جڏهن انهن يورپي قومن ۾ مفادن جو ٽڪراءُ شروع ٿيو تہ قومپرستي جي نظرين انتها پسندي ۽ شدت پسندي جو روپ اختيار ڪيو، جنهن کي قومي قومپرستي ethnic nationalism

يا انٽيگرل نيشنلزم integral nationalism

يا فسطائيت ۽ زينونشنلزم xenonationalism

چيو ويندو آهي

Integral Nationalism قوميت جو هڪ انتها پسندي جو تصور آهي. اهو تصور يورپ جي نشاة الثاني جي دور کان اڀرڻ شروع ٿيو، پر سياسي منظرنامي تي ان جو مضبوط اظهار گذريل صديءَ جي شروعات ۾ شروع ٿيو ۽ اهو تصور گذريل صديءَ جي اڌ تائين يورپ جي منظرنامي تي قائم رهيو. خاص ڪري جرمني ان قومپرستي جو نمائندو بڻجي ويو. ان تصور ئي پهرين ۽ ٻئي عالمي جنگ کي جنم ڏنو ۽ ڏگهي عرصي تائين قومن جي وچ ۾ ڇڪتاڻ جو ذريعو رهيو آهي. بدقسمتيءَ سان اها ئي سوچ ۽ تصور اسان جي سنڌ جي نوجوانن جي ذهن ۾ اوتيو وڃي ٿو ان ڪري ان جون ڪجهه نقصانڪار خصوصيتون هيٺ ڏجن ٿيون.

1:  اها قومپرستي فرد جي مقابلي ۾ قوم کي غير متناسب اهميت ڏئي ٿي . قومي مفاد، قومي سلامتي، قومي غرور وغيره هن قومپرستي جا سڀ کان محبوب موضوع آهن ۽ انهن مقصدن جي حاصلات لاءِ اڪثر فرد جا مفاد (انفرادي آزادي، انساني حق وغيره) قربان ڪيا ويندا آهن ۽ انهن جي پرواهه نہ ڪئي ويندي آهي. ان ڪري ئي اهڙي قومپرستي کي انفراديت مخالف anti-individualistic بہ چيو ويندو آهي.

2:  هن آمرانہ نظام جي بقا ۽ قومي مفاد کي اوليت ڏيڻ واري جذبي کي پروان چڙهڻ لاءِ قومي برتري جو احساس حد کان وڌيڪ پيدا ڪيو وڃي ٿو ۽ اهو عقيدو پيدا ڪيو وڃي ٿو تہ اسان جي قوم ئي دنيا جي بهترين قوم آهي ۽ اسان ئي دنيا جي رهنمائي ۽ قيادت ڪرڻ جا مستحق آهيون . ان ڪري ٻين قومن،

خاص ڪري پاڙيسري قومن سان ٽڪراءُ ۽ جهڳڙا ان قومپرستي جو لازمي نتيجو آهي.

ان اجتماعي جنون جي نتيجي ۾ جذباتي شيون جهڙوڪ قومي علامتون، ’قومي ثقافت‘، ’قومي ٻولي‘ وغيره سڄي قوم جي توجه جو مرڪز بڻجي وڃن ٿيون جڏهن تہ معاشي ترقي ۽ خوشحالي جهڙا مسئلا پنيءَ پوئتي اڇلايا ويندا آهن. سماجي معاشي ۽ اقتصادي ترقيءَ لاءِ جيڪي بنيادي تقاضا، ابتدائي محرڪات ،اتحاد ۽ رواداري ۽ دل جي وسعت ۽ ويجهڙائي گهربل آهن سيئي ختم ٿي ويندا آهن . ان ڪري تاريخ ٻڌائي ٿي تہ اهڙي قومپرستي جو نتيجو هميشہ قومن جي زوال ۽ انهن جي پسماندگي ۽ ڪمزوري ئي رهيو آهي

جيڪڏهن اسين سنڌ جي موجوده حالات جو جائزو وٺون سنڌو ديش جو مطالبو ستر جي ڏهاڪي جي ابتدا کان وٺي ڪيو ويو جنهن کي پنجاهہ سالن کا

وڏيڪ جو عرصو گذري چڪو آهي پر قومپرست ڳوالڻ وفاق کي ته ڇا سنڌين کي به اڄ تائين ان پليٽ فارم تي گڏ ڪرڻ ۾ بري طرح ناڪام آهن قومپرست اڳواڻن کان سوال ڪجي ته سنڌ جي ڇهه ڪروڙ آباديءَ مان هڪ ڪروڙ به سنڌو ديش جو حامي ناهي ان جا ڪهڙا ڪارڻ آهن ؟

## هٽلر جي قومپرستي

بدنام زمانه جرمنيءَ جو سابق حڪمران ايڊولف هٽلر جو نالو ڪنهن نه ٻڌو آهي سندس قومپرستي جي ڏاڍ ۽ ظلم جا قصا پوري لوڪ ۾ مشهور آهن جرمني جو چانسلر ٿيڻ کان ڪيترائي سال اڳ ايڊولف هٽلر نسل پرستي ۽ قومپرستي جي جنون ۾ مبتلا هو. پنهنجي تقريرن ۽ مضمونن ۾، هٽلر پنهنجي نسلي ”پاڪيءَ“ ۽ ”جرمني نسل ۽ قوم “ جي برتري (جنهن کي هو آرين ”برتر نسل“ سڏيندو هو) جي تصورن جي پرچار ڪئي. هن اعلان ڪيو ته سڄي دنيا کي فتح ڪرڻ لاءِ

سندس نسل ۽ قوم جو پاڪ رهڻ تمام ضروري آهي.
هٽلر جي مطابق، عظيم "آرين" ڊگهو، ڳاڙهو ۽ نيري اکين وارو هجڻ گهرجي

جڏهن هٽلر ۽ نازي اقتدار ۾ آيا تہ قومپرستي جو تصور حڪومتي نظريي جو حصو بڻجي ويو ۽ قوم پرست اشتهارن ۾، ريڊيو تي، فلمن ۾، اسڪولن ۾ ۽ اخبارن ۾ پکڙجي ويا. نازي پنهنجي نظريي کي جرمن سائنسدانن جي مدد سان اهو نظريو جبراً لاڳو ڪيو، جيڪي حقيقت ۾ انسانيت جي بهتري تي يقين رکندا هئا، پر ان کي محدود ڪري ”انفريئر“ قوم ۽ نسل جي ترقيءَ کي محدود ڪري ڇڏيو. 1933 کان، جرمن ڊاڪٽرن کي زبردستي نسبندي ڪرڻ جي اجازت ڏني وئي پر سرڪاري احڪامات جاري ڪيا ويا جن ۾ اهڙي قسم جا آپريشن پڻ شامل هئا جنهن شخص جي آپريشن ٿيندي ان لاءِ ٻار پيدا ڪرڻ نا ممڪن ٿيو وڃي.

روما (جپسيز، خانہ بدوش )، جرمني ۾ هڪ قومي اقليت هئي ، جن جي تعداد اٽڪل ٽيهہ هزار ماڻهن جي آهي، ۽ معذور، جن ۾ ذهني طور تي معذور ۽ پيدائشي انڌا يا ٻوڙا شامل آهن، هن عوامي آپريشن ذريعي نشانو بڻايو ويو. اٽڪل پنج سو آفريقي-جرمن ٻارن کي بہ نشانو بڻايو ويو

## جرمني جي قوم پرستي

جرمن فلسفين ۽ دانشورن موجب قوم جي اڳواڻي ڪرڻ لاءِ طاقتور شخصيت ضروري آهي. هن جو مثال بسمارڪ آهي، جيڪو پهريون يورپي اڳواڻ هو، جنهن جرمن ۾ سنجيده رائي ڏيڻ کي متعارف ڪرايو ۽ پورهيت طبقي لاءِ سڌارا ڪيا، پر قدامت پسنديءَ هيٺ ان جا بنياد بہ مضبوط ڪيا. هن جو مقصد هو تہ انهن اقدامات جي ذريعي هو سوشلزم کي روڪڻ جي قابل ٿي ويندا .

جرمن فيلسوفن ۽ مورخن پڻ جرمن قوم جي برتري جو نظريو پيش ڪيو ۽ ان تي زور ڏنو ته جرمن قوم کي ڪنهن ٻئي نسل سان ميلاپ نه رکڻ گهرجي ، ڇو ته ان ميلاپ جي نتيجي ۾ انهن جي پاڪيزگي ۽ ان ۾ موجود صلاحيتون ختم ٿي وينديون يا گهٽ ۾ گهٽ ڪمزور ضرور ٿينديون.

ان ڪري، خاص ڪري يهودين جي خلاف تعصب پيدا ٿيو، ڇاڪاڻ ته انهن جي مطابق اهي سامي نسل جا هئا ۽ انهن جو مذهبي عقيدو به عيسائيت سان ٽڪرائجي ويو تنهن ڪري، اهي يهودي مخالف جذبات شروع ۾ لڪايا ويا، پر وقت سان اهي مڪمل طور تي ظاهر ٿيا .

ان حوالي سان نازي پارٽيءَ جو ابرڻ ۽ جرمنيءَ ۾ هٽلر جو اقتدار ۾ اچڻ سمجهه ۾ اچي ٿو. جرمن قوم به هٽلر کي پنهنجو اڳواڻ تسليم ڪيو، ڇاڪاڻ ته هن نه رڳو جرمنيءَ جا اهي علائقا واپس وٺي ڇڏيا، جيڪي

پهرين عالمي جنگ ڪانپوءِ فرانس جي حوالي ڪيا ويا هئا.

ان کان علاوه، هن جرمني جي معيشت کي مضبوط بنيادن تي قائم ڪيو ۽ پوء نازي پارٽي کي منظم ڪيو ۽ انهن جي وچ ۾ جنگ جو روح پيدا ڪيو. جڏهن نوجوانن منظم ۽ يونيفارم ۾ ملبوس مارچ ڪيو تہ انهن ۾ فخر جا جذبا اپري آيا .

نازي پارٽيءَ جي حڪومت ۾ رياست جي ادارن جي اهميت وڌي وئي. جرمن قوم جي پاڪيزگي ۽ نسلي برتري کي بچائڻ لاء، يهودين سان شادي ڪرڻ منع هيو.

هٽلر پڻ جرمن فيلسوف ۽ مورخن جي خيالن جي پيروي ڪئي تہ جيئن جرمني کي فوجي طور تي مضبوط ڪيو وڃي ۽ پوء جنگ ذريعي جرمني جي سرحدن کي وڌائڻ جو منصوبو جوڙيو وڃي.

جرمنيءَ ٻي عالمي جنگ شروع ڪئي تہ جيئن جرمنيءَ کي ٻين ملڪن کان وڌيڪ طاقتور بڻائي سگهجي، پر اهو منصوبو ناڪام ويو ۽ ٻي عالمي جنگ جرمنيءَ کي تباهہ ڪري ڇڏيو ۽ هڪ ڀيرو ٻيهر ان کي ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو .

جڏهن بہ ڪا قوم پنهنجي انتها پسند دانشور جي خيال ۽ فڪر کي اختيار ڪيو آهي ان فڪر قوم کي نيست نابود ڪيو آهي ۽ اهو انتها پسند نظريو قوم جي بنياد کي مفلوج ڪري ڇڏي ٿو ڇو جو ان وقت قوم عقل جي بجاءِ جذبات ڪتب آڻي ٿي ۽ جذبات قوم جي تباهي جو سبب بڻجن ٿا.

## ڏاهن ۽ دانشورن جي نظر ۾ قومپرستي

انسائيڪلوپيڊيا برٽانيڪا مشهور برطانوي تاريخدان
پروفيسر آرنلڊ ٽائن بي

جي خيالن جو اختصار هن ريت ڪري ٿو

”تهذيبون ان وقت تباهيءَ جو شڪار ٿي وڃي ٿي
جڏهن انهن جا اڳواڻ تخليقي طور مسئلن کي منهن
ڏيڻ بند ڪن ٿا، ۽ پوءِ قومپرستي، فوجي جارحيت ۽
ظالم اقليت جي ظلمن سبب تهذيبون غرق ٿي وڃن
ٿيون.

ان وقت ۾ پروفيسر ٽائن بي پنهنجي هڪ ليڪچر ۾
يورپي قومن ۽ خاص ڪري انهن جي قومپرستي تي
سخت تنقيد ڪئي. هن يورپ جي قومپرستيءَ جي لاءِ
تمام گهڻو فصيح لفظ استعمال ڪيو، جيڪو بعد ۾
تمام گهڻو مشهور ٿيو ۽ هڪ چوٽي بڻجي ويو،

يعني ’يورپ جو بندرو ‘ هن چيو The dwarfing of Europe

هڪ اهڙي وقت چوٽي ٻٽجڻ جڏهن دنيا يورپي تهذيب مان فائدو حاصل ڪري رهي هئي، يورپ کي عظيم عالمي ليدر ٻٽجڻ جو موقعو مليو، روس جهڙا ملڪ مغربي قدرن کي اپنائي عالمي طاقت ٻٽجي رهيا هئا ۽ صنعتي ترقي ۽ جمهوري عمل جي ذريعي عالمي سطح تي استحڪام اچي رهيو هو.انهيءَ تاريخي موڙ تي يورپ پنهنجي روايتن جي ڊوندِ تحت تباهيءَ جو رستو اختيار ڪيو ۽ فرسوده قومپرست خيالن جي ذريعي، پنهنجي پاڻ کي بندرو ڪري قد گهٽايو.

جان هچنسن John Hutchinson

چوي ٿو ته،

”ان ڳالهہ جو ڪو بہ ثبوت نہ آهي تہ اڻويهين صديءَ کان اڳ عوام جي اندر ڪا ’قومي سڃاڻپ‘ جو شعور هيو

John Hutchinson (1994) Modern Nationalism; Fontana Press; London p.11

يعني ”قوميت“ يا ”قوم“ جو جديديت جي لحاظ کان نہ تہ فطري وجود آهي ۽ نہ ئي اها انسان جي فطري ضرورت آهي، پر تاريخ جي ڪنهن دور ۾ مخصوص مفادن کي پورو ڪرڻ لاءِ هڪ مصنوعي تصور آهي.

ارنسٽ گلنر جو چوڻ آهي تہ ”قوميت قومن جي ذاتي شعور جي جاڳرتا نہ آهي، پر انهن قومن جي ايجاد آهي، جتي انهن جو وجود نہ هجي.

)يعني سياسي ضرورت تحت ماڻهن جي ڪنهن بہ گروهہ کي قوم قرار ڏنو ويو آهي .

**Ernst Gellner (1964) Thought and Change; Chicago Uni. Press Chicago p. 174**

البرٽ آئن اسٽائن قوم پرستي کي ننڍپڻ جي بيماري ۽ انسانيت جو خسرو سڏيو آهي’ measles of mankind

يعني اها بيماري جيڪا ننڍپڻ ۾ لا شعوري جي ڪري ٿيندي آهي ۽ ان جا اثر سڄي زندگي پوڳيندا رهندا آهن

**Walton Isaacson (2008) Einstein: His Life and Universe Simon and Schuster London p. 386.**

ڪارل ڊيچ وڏيڪ وضاحت سان شدت پسند قومپرستي جي فريب کي بي نقاب ڪيو آهي. هو لکي ٿو

”قوم ماڻهن جي هڪ اهڙي گروهه جو نالو آهي، جن جو نقطہ اشتراڪيت پنهنجي نسل جي باري ۾ هڪ غلط شعور ۽ پنهنجن پاڙيسرين جي ناپسنديدگي هوندي آهي

## سنڌ ۾ قوم پرستي

فياض شاھ غريب جوان پنهنجي گھر جي ڪفالت
ڪرڻ وارو اڪيلو هيو پاڪستان رينجرز ۾ ڀرتي
ٿيڻ ڪانپوءِ سندس پوڙهي جيجل ۽ گھر واري سُک
جو ساھ کنيو تہ گھر جي گاڏي هلي پوندي ٻئي ٻار
اسڪول وڃڻ جھڙا ٿيا تہ پسند ۽ ضرورتن جي چادر
کي پنهنجي گوڏن ڏانهن سوري ٻارن جي بهتر تعليم
لاءِ سٺي اسڪول ۾ داخل ڪرايو پر ڪير ڄاڻي تہ
اهي جاڳندڙ نيڻن جا خواب تعبير بہ ماڻي سگھندا يا
نہ ؟ پنهنجي گلن جھڙن ٻارن کي گھوٽ ٿيندي بہ
ڏسندا الائي نہ ؟ 19 جون 2020 جمعي جي ڏينهن
معمول مطابق فياض شاھ گھران ڊيوٽي لاءِ روانو ٿيو
تہ سرڪاري ڪم لاءِ گھوٽڪي وچ شهر ۾ گھوٽا
مارڪيٽ رينجرز سرڪاري گاڏي ۾ وڃڻو پيو ۽ وچ
مارڪيٽ ۾ بم ڌماڪو ٿيڻ ڪري فياض شاھ داعيِ
اجل کي لبيڪ چوندي سندس معصوم ٻارن کي يتيم

۽ گهر واري کي بيوه ڪري هميشہ هميشہ لاءِ هن فاني جهان مان رخصت ٿي ويو.

اجا ڏماڪي جي ڪُوڪَ جي سيٽي گهوٽڪي جي ماڻهن جي ڪنن مان ختم بہ نہ ٿئي هئي ، واقعي جي جاءِ تي ڏاڙ گهوڙا هلي پئي ٻن ڪلاڪن جي اندر سنڌ ڌرتي جي وڏي شهر ڪراچي جي علائقي لياقت آباد ۾ احساس ڪفالت پروگرام ۾ پيسا وٺڻ لاءِ غريب بينا هيا جو هڪ سنڌ جي غدار دستي بم اڇلايو ۽ ان ۾ هڪ شخص شهيد ۽ اٺ ڄڻا زخمي ٿي ويا .

ڪنهن بہ نيوز چينل تي ڏسون تہ روزانون اهڙا واقعا پيش اچن ٿا ان ۾ ڪائي بہ حيرت جي ڳالهہ نہ هئڻ گهرجي پر سنڌي قوم جي غفلت جي اونداهيءَ مان اکيون کولڻ وارو ٽوئسٽ بعد ۾ آيو جنهن جي ڪري مون هي واقعو پيش ڪيو تہ اهي ٻئي واقعا ڪنهن ڪرايا ؟ جانچ ، تفتيش ، تحقيق کان اڳ ئي جيئي سنڌ متحده محاذ (جسمم) سان لاڳاپيل سنڌو ديش

ريووليوشنري آرمي ( جيڪا شفيع برفت جي اڳواڻي ۾ هلي رهي آهي ) قبولي ورتي جنهن کي شفيع برفت ليڊ ڪري رهيو آهي .

مونکي حديث شريف ياد اچي وئي

عن أبي هريرة، قال قال النبى صلى الله عليه وسلم :

«والذى نفسى بيده ليأتينَّ على الناس زمانٌ لا يدرى القاتلُ فى أيِّ شىء قَتَل، ولا يدرى المقتولُ على أيِّ شىء قُتِل ».

(صحيح مسلم شريف.)

نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو ان ذات جو قسم جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي ماڻهن تي اهڙو زمانو ايندو جو قاتل کي خبر هوندي تہ ڇا

جي ڪري قتل ڪيو آهي ، مقتول کي خبر نہ هوندي تہ سندس ڇو قتل ڪيو وي .

مونکي ٻڌايو تہ عقلمند جيڪو فطرتِ سليمہ رکندڙ هجي ڇا ان قسم جي فعل جو ڪوئي بہ جواز ٻڌائي سگهي ٿو ؟

حيرت آهي انهن نوجوانن تي جيڪي شفيع برفت جهڙي شخص کي پنهنجو ليڊر سڏرائڻ ۾ فخر ٿا محسوس ڪن ، ڇا ليڊر ائين هوندا آهن ؟ اڳواڻ تہ اهو هوندو آهي جيڪو وقت جي ڄاڻ رکندڙ هجي، علم ۽ ڄاڻ جو عاشق هجي، حق ۽ باطل ۾ فرق ڪري، ذاتي مفادن تي قومي مفادن کي اوليت ڏئي، اقتدار جي لالچ کان بچي پنهنجي قوم جي مستقبل جو فڪر ڪري، عمل ڪري. سنڌي نوجوان رڍ جي ڌڻ جيان اک ٻوٽي ٻين جي پويان هلڻ بجاءِ عوامي ۽ خانگي زندگيءَ جي مسئلن کي حقيقت پسنديءَ سان ڏسو ۽ پنهنجي زندگيءَ کي اهڙيءَ طرح ترتيب ڏيو

ته جيئن عوام جي نفسياتي مونجهارن جو حل، لڪيل واقعن جي نتيجي ۾ عالمي سطح تي قوم جي سڃاڻپ بڻجي سگهي. اڳواڻ کي مقبوليت ڪير ڏئي ٿو ؟ ، ڪارڪن . پوءِ هڪ ڪارڪن آهي ڇا ؟ ڇا هن جو ڪردار اهو آهي ته جيڪو ليڊر سندس حمايت سان مقبول ٿئي، ان کي غلام بڻائي؟ ليڊر جي سوچ قوم جي ضرورتن لاءِ هجڻ گهرجي ۽ هن جو عمل قوم جي فائدي لاءِ هجڻ گهرجي. اهو قوم ۽ عوام جي چوڌاري گردش ڪرڻ گهرجي ڪارڪنن کي ليڊر جي چوڌاري چاپلوسي جو مکڻ ڪٽي گهمندي ڦرندي ڪنهن به پڳ ڪانه ٻڌي آ . ڪارڪن ڪو فقير نه آهي جيڪو توهان جي جهول مان ڪنهن اتفاقي ڪرڻ واري فضل ۽ احسان کي حاصل ڪرڻ مقصدِ حيات سمجهي . ڪارڪن صرف مخالف سياسي پارٽيءَ کان ئي پنهنجي عزت، پنهنجي ضرورت ۽ پنهنجا حق ڇو گهري ؟ هن کي پنهنجي پارٽيءَ جي ليڊر کان پنهنجي حيثيت ۽ سڃاڻپ پڇڻي آهي، ڪنهن غلط

فيصلي تي اُنٽو آهي ۽ پچٽو آهي تہ توهان کي منهنجي امانت ۾ خيانت ڪرڻ جي جرئت ڪيئن ٿي؟

شفيع برفت جهڙن نڳن کان ئي سوال ڪرڻ کپي تہ ايترن سالن کان وٺي تون جرمني ۾ پنهنجن ٻارن ٻچن سميت جيڪا شاهي انداز واري زندگي گذاري رهيو آهين تون ڪهڙي مغل بادشاہ جو آخري چشم و چراغ آهين جنهن تنهنجي لاءِ قارون جا خزانا ڇڏيا هئا ؟ ڪنهن جي ايڊ ۽ پيسن تي عياشيون ڪري رهيو آهي ؟ سنڌ جي ڳڀرو نوجوان افضل لنڊ جو رت حقيقت ۾ قاسم جتوئي ، بلال ڪاڪا ، نياز لاشاري ، الهڏنو راهمون ، نواب راهمون ، الله بخش ڪوڪر ۽ ناظم جوکيو جي قتل جو ئي تسلسل آهي ۽ اهي تمام ئي نا حق خون قومپرستن جي شدت پسندي جو نتيجو آهن ، حقيقت ۾ انهن جا قاتل اهي قومپرست اڳواڻ آهن جيڪي پاڻ تہ پنهنجي ڪٽنب سميت ٻاهرين ملڪن جي عياشي ۾ رهي سنڌ جي نوجوان کي

گھمراه ڪري پاڪستان دشمنن کان خاص انعام وصول ڪري رهيا آهن

جي ايم سيد جي سالگرھ جي موقعي تي هڪ قومپرست اڳواڻ وڊيو لنڪ جي ذريعي خطاب ڪندي چيو تہ سنڌ جي آزادي لاءِ جيڪڏهن اسان کي چار لک سنڌي نوجوانن جي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار آهيون .

ان جو ڪو هڪ ئي ساٿي ان کان ايترو تہ پڇي سائين چار لک نوجوان تہ تيار آهن توهان جا چار ئي جوان پٽ دبئي ۾ عرب نارين سان جيڪي عياشيون ڪري رهيا آهن انهن مان ڪيترا تيار آهن ؟ چا آزادي جي جنگ ۾ توهان جو ڪٽنب قرباني کا محروم رهندو ؟ پر سوال ڪرڻ جي بجاءِ بيهي ڪري  تاڙيون وڄائي واه واه سان پيٽا پيش ڪئي وئي .

حيرت آهي اسان جي سنڌي نوجوانن تي جيڪي ايتري دهشتگردي ، تباهي ۽ خونريزي کان بعد بہ انهن ئي ديشي اڳواڻن کي پنهنجو قبلو ۽ ڪعبو

مجي " ديشي شهيد " جو لقب ماڻڻ لاءِ تہ تيار آهن پر عقل استعمال ڪري غفلت جي ننڊ مان سجاڳ ٿيڻ لاءِ نہ.

## جي ايم سيد جي نظر ۾ قومپرستي

سنڌ ۾ قومپرستيءَ جو بج پوکيندڙ جي ايم سيد هيو آزاديءِ پاڪستان کان بعد جيتوڻيڪ جي ايم سيد سنڌ کي جدا ڪرڻ چاهيندو هيو پر چٽي ۽ ظاهر ظهور ڪا ئي اهڙي تحريڪ نہ هلائي هئي پر جڏهن 1971 ۾ جڏهن بنگلاديش پاڪستان کان جدا ٿيو تہ جي ايم سيد بہ سنڌو ديش جو نعرو هڻي باقاعدي سياسي ۽ پارليماني جدوجهد شروع ڪئي چا جي ايم سيد بہ مزاحمتي جدوجهد جو حامي هيو ان بابت سندس ڪتابن يا تقريرن ۾ تہ اهڙي ڪائي بہ واضح ترغيب يا سوچ سامهون ناهي پر جي ايم سيد جي ويجهن ساٿين جا بيان جيڪڏهن مجيا وڃن تہ انهن ۾ ان جو ثبوت آهي جي ايم سيد جي وفات کان ٿي سال بعد 25 اپريل 1998 تي وڏي پيماني تي سائين جي ورسي ملهائي وئي جنهن ۾ مقررين واضح چيو تہ

جڏهن اسان مقتول سنڌين جو " پلاند " ڪري ايندا هئا سين ته سائين اجرڪون پارائيندو هيو.

هڪ ٻئي ڳالهه جيڪا مزاحمت سان تعلق ته نه ٿي رکي پر مسلمان هجڻ جي حيثيت سان ضرور قابل اعتراض آهي جيڪا پڻ ان ورسي جي موقعي تي مکيه قومپرست اڳواڻن جهڙوڪ عبدالواحد آريسر ، بشير خان قريشي ، شفيع برفت ، جلال محمود شاهه ۽ زين العابدين شاه جي موجودگي ۾ مقررين جي طرفان چئي وئي ته

سائين جي ايم سيد پيغمبر هيو بالڪل ائين جيئن مذهبي مفهوم ۾ پيغمبر ٿيندا آهن ان لاءِ ڪجهه پيغمبرن جيئن حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام جا مثال ڏنا ۽ چيو ويو ته جيئن پيغمبر ڪڏهن غلطي ناهن ڪندا ۽ انهن تي اکيون ٻوٽي اعتبار ڪبو آهي اسان به سائين جي قول جي غلط سمجهڻ ڪفر سمجهندا آهيون .

پهرين حصي ۾ جيڪو چيو ويو ته پلاند ڪري اچڻ وارن ڪي اجرڪ پارائيندو هيو اهو پلاند جو لفظ سڏو سنئون مزاحمت جو ڏسُ ڏئي ٿو جنهن جو مطلب ته جي ايم سيد به ضرور مزاحمت جو حامي هيو جيتوڻيڪ ان جي ترديد به ڪري سگهجي ٿي ته اها فقط هڪ جذباتي تقرير ڪان وڌيڪ ٻيو ڪجهه نه هيو پر ان ڪان علاوه جي ايم سيد جي تعليمات جو جائزو ونجي ته معلوم ٿي ويندو ته ڇا واقعي جي ايم سيد به شدت پسندي واري قوميت جي سوچ رکندڙ اڳواڻ هيو نا نه ؟ ان بابت سندن ڪتاب سنڌو ديش ڇو ۽ ڇا لاءِ ۾ جي ايم سيد سنڌو ڏيس جي ضرورت ، اهميت ۽ عقلي جواز ڄاڻائڻ بعد پيش لفظ ۾ چوي ٿو ته

مٿي ذڪر ڪيل حقيقتن ۽ آئنده فصلن ۾ بيان ڪيل ڳالهين ڪي ويچار هيٺ آڻي، سنڌين، بلوچن ۽ پختونن لاءِ ٻيو رستو ئي نه بچيو آهي ته جنهن پاڪستان جي قائم ڪرائڻ لاءِ هنن رضامندو ڏيکاريو

هو يا جدوجهد ڪئي هئي، ان ڪي هو مهاجر پنجابي سامراج جو اڏو سمجهي، ان ڪي ڊاهي، پنهنجن ملڪن کي آزاد ڪرائين. آئيني طريقن سان اهڙي غلاميءَ کان ٻاهر نڪرڻ يا حق طلب ڪرڻ تي بندش پوڻ ڪري، هتي جي رهاڪن لاءِ ٻيو چارو ئي نہ رهيوآهي، سواءِ ان جي تہ قومي ٻڌي پيدا ڪري، غير آئيني طريقن سان پنهنجي رهائي حاصل ڪن.

يعني حڪومت پاڪستان پنجابي سامراج آهي ۽ ان کي ڊاهي ، غير آئيني طريقن سان رهائي حاصل ڪجي ، هر شخص ڄاڻي سگهي ٿو تہ حڪومت کي ڊاهڻ جو مطلب ڇا آهي ۽ غير آئيني طريقن سان رهائي ڪيئن حاصل ڪبي آهي اڳتي هلي پاڪستان جي ان وقت جي حڪمرانن جون غلط پاليسيون ۽ فيصلا بيان ڪرڻ بعد چوي ٿو تہ

پوري صورتحال تي غور ڪرڻ بعد آءٌ هن نتيجي تي پهتوآهيان تہ

انهن حالتن ۾ اسان وٽ صرف ٻہ آپشن آهن: هڪ تہ پنجابي، مهاجر ۽ سندن ايجنٽ حڪمران طبقي جي غلامي قبول ڪري خاموشي سان زندگي گذاريون يا وري ٻيو تہ غلاميءَ مان نڪرڻ ۽ خوني بغاوت ذريعي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ڳجهيون تنظيمون ناهڻ.

موجوده روايتي زندگي بقول سائين جي ايم سيد جي غلامي جي زندگي آهي ۽ ان مان نڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ خوني بغاوت ڪجي ۽ ان لاءِ خفيہ تنظيمون ناهجن اهو سڌو سنئون اشارو آهي تہ اسان کي رياستِ پاڪستان خلاف ، ان جي دفاعي ۽ حفاظتي ادارن جي خلاف عملي طور ميدان ۾ لهي جنگ وڙهڻ سان ئي آزاد سنڌو ديش ناهي سگهون ٿا .

ان کان بعد پاڪستان بابت سندس سوچ اظهاريندي چيائين تہ

پاڪستان عجبوءِ روزگار (Freak of Nature) آهي .

سنڌ، بلوچستان، پختونستان ۽ پنجاب وانگر پاڪستان فطري پئداوار جو ملڪ نہ آهي. نہ وري اهو هڪ قوم، زبان، قومي ڪردار، ڪلچر ۽ هڪ سياسي اقتصادي مفاد جو حامل آهي. اهو برصغير هند ۾ هندو سرمائيدار ۽ نوڪري پيشہ مستقل مفاد ۽ مسلم ليگ جاگيردار، نوڪري پيشہ ۽ ڪارخانيدار جي مستقل مفاد جي باهمي اقتصادي اختلافن اقتدار جي حصول لاءِ ڇتاييتيءَ سبب، مهاجر (يارت ڪان لڏي آيل مسلمانن) ۽ پنجابين جي سازش ڪري وجود ۾ آيو آهي. انهن فائدي لاءِ ڪتب آندو ۽ قائم رکيو وڃي ٿو. ان ۾ ماضيءَ جون روايتون ڪونہ آهن. اهو 26 سالن جي نو زائيده، خود ساختہ ملڪ جو نالو آهي. ان ۾ سندس قيام بعد ٿوري عرصي اندر جيڪي حالت رونما ٿيون آهن، تن ان جي وجود کي غير مفيد بنائي، ان جو مستقبل تاريڪ ڪري ڇڏيو آهي . پاڪستان طبعي طور تهيل جاگرافيائي نالي وارو ملڪ نہ آهي پر برصغير هند ۾ اقتصاد ۽ سماجي ۽

سياسي اختلافن ڪري ٻه اقليت وارن صوبن جي رهاڪو مفاد پرست مسلمان ۽ پنجابي مستقل مفاد، مسلم اڪثريت وارن صوبن کي مذهب جي نالي ۾ گمراهه ڪري کين آزاد رياستن قائم ڪرڻ جا دلاسا ڏيئي، وجود ۾ آڻايو هو.

اها ئي اعتدال کان ڪيئي ڳوهَ ڏور صرف جانبداري سوچ نہ پر متعصب ۽ انتها پسند شخص جي سوچ جو لقاءُ آهي جيڪڏهن سنڌ جي جملي سماجي ، رياستي ، معاشي مسائل جو حل توهان جي نظر ۾ فقط سنڌ کي پاڪستان کان آزاد ڪرائڻ ۾ ئي آهي تڏهن بہ توهان کي اهو جواز نہ ٿو ملي جو توهان پاڪستان کي غير فطري ، غير طبعي ، هڪ مخصوص طبقي جي جملي مفاد جو حامل ۽ جاگرافيائي طور حادثاتي نتيجي جي طور ٺهڻ قرار ڏيو حالانڪ جي ايم سيد پاڻ تحريڪ آزادي جو حصو رهيو آهي جيتوڻيڪ سندس غلطي جو اعتراف ڪافي دفعا ڪري چڪو

هيو پر حيرانگي ٿئي ٿي ته ايتري وڏي غلطي بعد ۾ سمجھ اچي ٿي ته اسان کان اها فطرت ، طبيعت ، عقل ۽ جاگرافيءَ طور غلطي ٿي چڪي آهي پر چا ان وقت جي ايم صاحب فطرتِ سليم ، عقلِ سليم ۽ طبعِ سليم نہ رکندا هيا ؟ ۽ بعد ۾ تمام ئي حواس اعليٰ ۽ اتم ٿي چڪا جنهن بعد اها تمام ڄاڻ ملي ؟ حقيقت ۾ اها سنڌ دوستي نہ پر پاڪستان دشمني جي زبان ۽ قلم آهي .

اهڙيءَ طرح اسلام جي نالي تي نهيل پاڪستان ۽ مسلمانن جي مذهبي طاقتن بابت رائي ڏيندي چيائين

”تاريخ شاهد آهي تہ مسلمان، مذهب جي بنياد تي ڪڏهن بہ متحد ۽ هڪ قوم نہ رهيا آهن. انهن ۾ هن وقت 350 فرقن کان مٿي فرقا موجود آهن. جن مان هرهڪ پاڻ ڪي ناجي (نجات وارو ۽ صحيح) ۽ ٻئي ڪي ناري (دوزخي ۽ غلط) سمجهي ٿو.

تاريخ جي ڄاڻن کي هيءَ پتو آهي تہ مسلمانن جون هڪ ٻين سان جنگيون ٿيون آهن، جن ۾ ڪيئي قتل عام ۽ خونريزيون ٿيون آهن هڪڙن مسلمان ملڪن ۽ قومن، ٻين مسلمان ملڪن ۽ قومن تي حملا ڪري انهن تي قبضا ڪيا آهن. تاريخ ۾ خلافت راشده کان بعد ڪنهن بہ دور ۾ ڪڏهن بہ انهن مسلم قوم جي نالي سان ڪا حڪومت قائم نہ ڪئي آهي مسلمانن جون قائم ڪيل اهي حڪومتون بني اميہ، عباسي، ايراني، افغاني، ترڪ وغيره جي قبيلائي يا قومي نالن سان سڏبيون هيون.“

سائينءَ جي روح کان معذرت ڪندي عرض ڪندس تہ قومپرستي جي ڪٽرپڻيءَ ڪري اسلام جي دشمني جون بہ حدون اورانگهي ويو سائين جي هن پيرائي ۾ تضاد موجود آهي جو سائين جن جي نظر ۾ مسلمان ڪڏهن بہ اسلام جي جهنڊي هينان متحد نہ ٿيا ۽ تاريخ خونريزي سان ٽُٻ آهي ، ٻئي پاسي اهي

تمام حڪومتون قبيلائي ۽ قومي نالن سان سڏبيون هيون ، تہ سائين اها خونريزي جي تاريخ اسلامي تاريخ ٿئي يا قومي ۽ قبيلائي حڪومتن جي تاريخ ٿي ؟ جڏهن بنو اميہ ، بنو عباس ، ايراني يا افغاني حڪومتن بقول سائين جي ايم سيد جي ناحق خون وهايا تہ اهي خون تہ قومپرستي جي ڪري وهايا ويا پوءِ انهن جو الزام اسلام جي مٿان هڻڻ زيادتي ناهي ؟ پوءِ توهان ڪهڙي پرامن قومپرستي جي دعوت ڏئي رهيا آهيو ؟ توهان وٽ ڪهڙو معيار ۽ پرک آهي جو جيڪڏهن قومپرستي جي ڪري سنڌ آزاد ٿئي تہ پنجابين ، مهاجرن ، بلوچن ، پشتونن ، سرائيڪن سان توهان جون جنگيون نہ لڳنديون ۽ توهان هڪ پرامن ٿي ڪري تعمير ۽ ترقي جي راهہ تي گامزن قوم ناهيندؤ ؟ هتي آءُ اسلام جي تاريخ تي لڳل اهي بدنما داغن بابت صفائي ان لاءِ بہ نہ ٿو ڏيان جو اهو منهنجو موضوع ناهي نہ تہ انهن تمام ڪوڙن الزامن جا جواب تفصيلي طور مسلمان محققين ڏئي ڇڏيا

آهن تنهنڪري ان بابت انهن جي تاريخي تحقيق طرف ئي رجوع ڪرڻ ڪپي .

اسلام هوندئن تہ ضابطۂ حيات جو سرچشمو ۽ زندگي جي تمام شعبن ۾ رهنما آهي ئي پر سائين جي ايم سيد قومپرستي جي نظريي ۾ ايترو اڳتي نڪري ويو جو اسلامي تعليمات کان واقفڪار هئڻ باوجود بہ اڪ ٻوٿي ناواقفيت جو ڪردار ادا ڪندي وڏيڪ چوي ٿو

”صاحب عقل قوم پرست ماڻهن کي معلوم ٿي چڪو آهي تہ دنيا جي ڪنهن بہ ملڪ ۾ اسلامي آئين ٺهيل نہ آهي، ۽ نہ ڪو آئين اسلامي يا هندو ٿي سگهي ٿو.

جديد قسم جو آئين جن مکيہ مسئلن بابت ٺاهيو وڃي ٿو، مثال طور ماڻهن جا بنيادي حق، مرڪزي حڪومت جا اختيار، صوبائي حڪومتن جا اختيار، اسيمبلين جا اختيار، ايگزيڪيوٽو ۽ عدالتن جا اختيار وغيره، تن ڳالهين جو مذهب سان ڪوبہ واسطو نٿو رهي، ۽ اهڙيءَ طرح حڪومت جا مختلف ڪاتا ۽ انهن جو

ڪاروبار، اڄڪلهه جي جديد طرز حڪومت ۾، هندو يا مسلم ٿي نہ ٿا سگهن.

اها خبر پئجي نٿي سگهي تہ، ڪهڙيءَ طرح ان خيال جا دعويدار روينيو، پوليس، ريلوي، دفاع، پوسٽ ۽ ٽيليگراف، ريڊيو، ٽيليويزن، ٻيلن، انجنيري ڪاتن وغيره کي مسلمان بنائي سگهندا!“

(سنڌو ديش ڇو ۽ ڇا لاءِ)

اسلام جي تاريخ انتهائي وسيع آهي پر فقط هتي مان نموني طور هڪ حاڪم اسلام حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ جي دور خلافت جون ڪجهہ جهلڪيون پيش ڪيان ٿو تہ سيڪيولرز ۽ قومپرستن کي اسلام جي اجتماعي ، انفرادي ، رياستي ۽ سياسي نظام جي وسعتن جو اندازو ٿي وڃي سائين توهان انهن جديد شعبن ۽ محڪمن جي نالن ڪان ٿي صديون اڳ واقف ٿيا آهيو پر اسلام جديديت ۽ ارتقاء جي عروج تي ان وقت پهچي ۽ اهي ادارا ۽ محڪما جوڙي چڪي هئي

جڏهن دنيا اجان جهالت ، ڪروڌ ، بي حيائي ۽ ظلم جي اونهي کڏي ۾ ڪريل هئي

## دور فاروقي ۾هيڊ آفيس جو قيام

مرڪزي آفيس ۾ هڪ رجسٽر هوندو هو ۽ سڀ ٽرانزيڪشن هتان ئي ڪنٽرول ٿيندي هئي.

طبري ۾ آهي تہ عبدالله بن ارقم انچارج هو، جتان سڀ ڪم هلندا هئا ۽ انهن سڀني جو رڪارڊ بہ هو.

## مجلس شوري جو قيام وفاقي ڪابينہ

ابن جرير الطبري لکي ٿو تہ ”هن دور ۾ ڪو بہ اهم ڪم شوريٰ کان سواءِ نہ ٿيندو هو.

سيدنا عمر بن خطاب رضي الله عنہ اسلامي سلطنت کي انتظامي طور تي مختلف صوبن ۾ ورهايو، جيڪي هن ريت آهن: مڪي، شام، فلسطين، فارس، خراسان، آذربائيجان، ڪوفہ، بصره ۽ الجزيره ۾ گورنر مقرر ڪيا ويا .

## صوبن جا گورنر مقرر ڪرڻ

مرڪزي حڪومت طرفان ملازم مقرر ڪيا ويندا هئا ۽ اهي مقرر ڪيل علائقي ۾ وڃي پنهنجا فرض سرانجام ڏيندا هئا.

## ايجنٽن لاءِ حڪم ۽ حلف:

جنهن ڪي ڪنهن علائقي جو گورنر يا عامل بڻايو ويندو هو سو قسم کڻندو هو، جنهن جي تعميل مٿس فرض هئي.

جڏهن ڪنهن ڪي ڪنهن علائقي جو گورنر مقرر ڪري موڪليو ويندو هو تہ ان جا اثاثا ظاهر ڪندو هو، فتح البلدان ۾ علامہ بلاذري لکي ٿو تہ ان جي مال ۽ اسباب جي فهرست تيار ڪئي ويندي هئي

اسلامي سلطنت جي معاملن کي هلائڻ لاءِ اسلامي خلافت ۾ مختلف ادارا قائم ڪيا ويا، جن کي عهديدار الڳ الڳ مقرر ڪيا ويا ويندا هئا ۽ جن مان ڪجھ هن ريت آهن.

## والي گورنر

هو صوبي جو گورنر هوندو هو خليفو سندس نگراني ڪندو هو ۽ صوبي جي سمورن معاملن جو گورنر ذميوار هو.

## سيڪريٽري ڪاتب

اهو گورنر جي انتظامي معاملن ۾ مدد ڪندو هو، يعني گورنر جي اچڻ ڪان پوءِ چيف سيڪريٽري جو عهدو سنڀاليندو هو.

## صاحب بيت المال وزير خزانہ

هو اسلامي سلطنت جي بيت المال (اڪائونٽ) جي سيني انتظامن ۽ معاملن جو ذميوار هو، ڪيس خزانچي يا خزاني جو آفيسر بہ چئي سگهجي ٿو.

## بيت المال يا خزاني جو قيام

مالياتي ڪاتو هڪ اهم عهدو آهي، عبدالله بن ارقم مديني رسول ۾ خزاني جو مينيجر هو، اهڙي طرح ڪيس بين صوبن ۾ خزاني جو وزير مقرر ڪيو ويو.

## رياستي ادارن جا منافعو

دولت اسلاميہ جي ڪاروبار مان حاصل ٿيندڙ آمدني بہ انتظامي ڪمن تي خرچ ٿيندي هئي .

جن جو ڪو بہ ولي وارث نہ هو، تن جي وفات ڪان پوءِ سندن وراثت بيت المال ۾ جمع ڪرائي وئيندي هئي ۽ غريبن مستحقن ۾ استعمال ڪئي ويندي هئي .

## باقاعده فوج قائم ڪرڻ

فوج جو نظام قائم ڪري ان جي تربيت ۽ ٽريننگ ڪرائي تيار ڪئي ويندي هئي.

## تعليمي دعوت جو نظام

قرآن، حديث ۽ فقہ جي تعليم لازمي هئي

## عوامي ڀلائي جو نظام

حضرت عمر رضي الله عنہ عوامي ڀلائي جي ڪمن تي تمام گهڻو ڌيان ڏنو.

مثال طور نون شهرن جو قيام، مهمان خانن جو قيام، واهه ۽ پاڻي جي ورهاست جو نظام ، چوڪيون ۽ سزائون، روڊن ۽ پلن جي تعمير، ڪعبي جي توسيع، سندس دور حڪومت ۾ 4000 مسجدن جي تعمير ۽ ٻيا ڪم شامل آهن. هن دور ۾ خوشحالي، عدل و انصاف، ذمي جو علاج ۽ هر ٻار لاءِ حڪومت طرفان وظيفو جو بندوبست ڪيو ويو، جنهن سان اسلام جو اصل چهرو دنيا آڏو پڌرو ٿيو

ان سڀ ڪجهه ڄاڻ ڪان بعد به ائين چوڻ ته خبر ناهي انهن ڪاتن ڪي ڪيئن مسلمان ٻڌائي سگهندا منافقت ۽ ضد يا وري ويساري جي بيماري ئي چئي سگهجي ٿي

## عبدالواحد آريسر جي نظر ۾ قوم پرستي

آريسر صاحب پنهنجي ڪتاب قومي تحريڪ ۾ آزادي جا مرحلا ٻڌائيندي جڏهن چوٿون مرحلو شروع ڪندي چوي ٿو ته دنيا جا هي ملڪ جن تي ٻاهرين طاقتن ۽

سامراجين دوکي ۽ فريب سان قبضو ڪري کين بکيو ۽ بدحال ڪري ڇڏيو تن ظلم و بربريت خلاف پنهنجي ڌرتي جي آزادي لاءِ مجبور ٿي هٿيار کنيا آريسر صاحب مزاحمت ۾ هٿيار جا جواز بيان ڪرڻ کان بعد چيو ته اسان کي سمجهڻ گهرجي ته قومي تحريڪ ۾ هٿيار بند جد وجهد به سياست ئي آهي ڇئبو ته سياست کي ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو پر امن سياست ۽ هٿيار بند سياست . ۽ ان ئي سياست جا مثال الجزائر ، ڪيوبا ، ويتنام ، ڪانگو ۽ بنگالين جي آزادي جا ڏيڻ کان بعد شيخ مجيب الرحمان کي شهيد اعظم جو لقب ڏنائين .

گوريلا جنگ جي جوازن کان بعد حيران ڪندي گوريلا جنگ جا گُر ۽ طريقا ٻڌائيندي چئي ٿو ته ان جنگ ۾ اهم ترين عوام جو ساٿ آهي ان کان بعد وجي ٻاهرين طاقتن جو ساٿ آهي ٻاهرين طاقتن جو ساٿ انهن طرفان هٿيار سپلائي ڪرڻ ۽ افراد کي گوريلا جنگ

جي تربيت ڏيڻ ، پروپيگنڊا ڪرڻ ضروري آهي ان سان گڏ و گڏ متصل ئي اهڙو ملڪ هجڻ به ضروري آهي جنهن جون سرحدون توهان لاءِ ڪليل هجن ته جيئن حملي ڪرڻ کان بعد توهين باساني سرحدون اورانگهي محفوظ جڳهه تي پهچي سگهو .

انقلابي تحريڪ ۾ عوامي شموليت تي زور ڏيندي چيائين ته ان تحريڪ ۾ هاري ، مزور ، شاگرد ، ماستر ، ملازم ، پوليس وارا فوجي ته وڙهيا ئي آهن پر سماجي مجرم يعني ، چور ، ڌاڙيل ، رنڊيون ، بشني به ان جنگ جو حصو رهيا آهن چو جو ان جنگ ۾ اصل قوم ، وطن ۽ ملڪ سان وفاداري ۽ پارٽي جي پروگرام تي ايمان جو عملي اظهار ۽ قرباني جو جذبو هوندو آهي .

( قومي تحريڪ ، عبدالواحد آريسر )

انتهائي چالاڪي سان سنڌي نوجوانن جي ڪچي ذهنن ۾ اهو پريو پيو وجي ته جيتوڻيڪ آزادي جهڙي

انمول نعمت حاصل ڪرڻ جي بهتر واٽ تہ پرامن سياست آهي پر تاريخ ٻڌائي ٿي تہ ايتري وڏي نعمت ۽ انعام بغير قرباني ، جنگ ، دوکي ، پروپيگنڊا ۽ چالبازي کان بغير ممڪن ناهي ڇو جو هن وقت سنڌ تي بہ پنجابين ، مهاجرن ۽ فوج جو غاصبانه ۽ ظالمانہ قبضو ۽ تسلط آهي تنهنڪري اهو قبضو ۽ تسلط ختم ڪرڻ لاءِ آخري مرحلو اسان سنڌين وٽ هٿيار بند جد و جهد جو ئي رهجي ويو آهي ان ۾ تمام جو تمام عوام شامل ٿئي . اهو فيصلو مان پنهنجن پڙهندڙن تي ڇڏيان ٿو تہ ڇا واقعي سنڌ ڌرتيءَ مٿان اهڙو وقت اچي ويو آ جو اسان بي وس ۽ لاچار ، مجبور ۽ بي ڪار ٿي ويا آهيون ۽ اسان وٽ پاڪستان سان جنگ کان علاوه ٻيو ڪوئي رستو ناهي ؟ پاڪستان سان جنگ جو مطلب پنهنجي پاڻ سان جنگ ڪرڻ جي مترادف آهي ڇو جو پاڪستان سان جنگ ۾ پاڪستان جي زمين ، وڻ ٽڻ ، درياهہ سان نہ وڙهندا بلڪ پاڪستانين سان وڙهندا ۽ مان ۽ منهنجو ڪٽنب

پاڪستاني آهيون تنهنڪري پاڪستاني ٿي ڪري پاڪستان سان جنگ ۽ لڙائي ڪرڻ يا ته انتها درجي جي منافقت آهي يا وري بي وقوفي

## قوم پرست تنظيمن جي حقيقت

سنڌ پوليس جي ڪائونٽر ٽيررازم ڊپارٽمينٽ (سي ٽي ڊي) جي هڪ سينئر آفيسر موجب، ’پاڪستان ۾ سنڌو ديش ريووليوشنري آرمي ٽن سنڌي تنظيمن تي مشتمل آهي،

### سنڌ لبريشن آرمي (SLA)

جنهن جو سربراهه شفيع برفت (جيڪو هن وقت پنهنجي ساٿين ۽ ڪٽنب سميت جرمني ۾ سياسي پناهه تي آهي) ۽ جيئي سنڌ قومي محاذ (جسقم) ۽ جيئي سنڌ متحدا محاذ (جسمم) اهي ٽئي تخريب ڪاري ۽ دهشتگردي ۾ ملوث آهن . انهن جي آپريشنن جو هدف گهڻو ڪري پنجابي، پشتون، سنڌ

۾ رهندڙ سرائيڪي ڳالهائيندڙ ۽ سي پيڪ منصوبي تي ڪم ڪندڙ چيني شهري آهن.

ياد رهي تہ 2013 ۾ ڪراچي ۾ چيني سفارتخاني ٻاهران زوردار ڌماڪو ٿيو، 2016 ۾ ڪراچي جي علائقي گلشن حديد ۾ چيني انجنيئر جي ڪار کي نشانو بڻايو ويو ۽ سکر ويجهو سي پيڪ منصوبي جي اهلڪارن تي حملي جا ذميواري بہ هي گروپ قبول ڪري چڪا آهن .

ڇا اهي قومپرست اڳواڻ سنڌ سان سچا آهن ؟ ڇا اهڙي دهشتگردي ۽ تخريبڪاري واري سوچ رکندڙ اڳواڻ توهان جا سڄڻ آهن ؟ سنڌي نوجوان اک پٽ جيئن پٺائي گهوٽ لڪيل ويري ۽ دشمن ٻڌايا ائين ئي تنهنجي چوگرد بہ ظاهري سونهن سان سينگاريل حقيقت ۾ دشمن موجود اٿي سڃاڻ انهن ويرن کي پٺ جي گهوٽ فرمايو تہ

أٿ وِيري،اوناَر ويري ،ويري ٽِيَڙَمِ ڏير

چوٿون وِيري واءُ ٿِيو، جنهن لَٽِيا پُنهونءَ پير

پَنجون وِيري سِجُ ٿِيو ،جنهن اُلَهي کي اَويرَ

ڇَهون وِيري ڇَپرُ ٿِيو، جنهن سَنوان ڪيا نہ سير

سَتون وِيري ڇَندُ ٿِيو، ڪٽِيو نہ وڏيءَ وير

واهيري جي ويرَ، ڇُلوُن ڪَرِيان ڇَپَرين.

(شاھ_لطيف)

## فڪرِ سيد کان بغاوت

موجوده قوم پرست اڳواڻن هميشہ سنڌي نوجوان جي جذبات سان راند ڪئي آهي ۽ جي ايم سيد جي فڪر ۽ سوچ جي نالي تي ڪارڪن ۽ ورڪر تہ ضرور گڏ ڪيا آهن پر انهن جي ذهن ، سوچ ۽ شعور تي جمود ۽ نابينائي جو خول چاڙهيو ويو آهي جو نوجوانن کي صحيح ۽ غلط ، حق ۽ باطل جي سڃاڻ ئي نہ رهي آهي ، انهن جي زبانن تي اهڙا تالا لڳايا ويا آهن جو

هُو ڪنهن بہ غلط ۽ باطل فعل تي سوال نہ ٿا اٿاري سگهن ، جي ايم سيد جي سوچ ۽ فڪر سنڌو ديش جي جدو جهد جو طريقو ۽ واٽ ڪهڙي هئي ؟ ڪڏهن هنن نالي ماتر اڳواڻن توهان کي اهو ٻڌايو تہ جي ايم سيد آزادي جي جنگ سياسي جدوجهد سان فتح ڪرڻ جي ڳالھ ڪئي هئي ، پارليماني طاقت سان سنڌ طلب ڪئي هئي ، هن تہ ظاهري طور پر امن احتجاج سان پنهنجو مطالبو ڪيو هيو ، ان وقت جي جوانن جي هٿن ۾ پاڻ بندوقون ۽ بم تہ ڪڏهن نہ ڏنائين ، جڏهن تہ موجوده قوم پرست اڳواڻ مزاحمتي جدوجهد تي ئي پاڙن ٿا ، پنهنجو پاور شو ڪرڻ جي ڳالھ ، امريڪا ، جرمني ۽ دبئي ۾ ويهي تہ ڪن ٿا پر پاڻ ميدان ۾ لهڻ لاءِ تيار ناهن ، ان لاءِ سنڌ جي نوجوان کي سمجهڻو پوندو تہ هي فڪرِ سيد کان مڪمل طرح باغي ۽ منحرف ٿي چڪا آهن هنن جو طريقہ ڪار ۽ سندن انداز جي ايم سيد کان بالڪل جدا ۽ الڳ آهي.

پاڪستان جي قومي ادارن پختہ دليل ثوس پروف ڏنا آهن تہ هنن جا لاڳاپا هندوستاني ايجنسي راء ۽ اسرائيلي ايجنسي موساد سان ملن ٿا ، نہ صرف را ۽ موساد سان بلڪ مختلف ملڪن کان هي پيسا وصول ڪري ملڪ جو امن امان خراب ڪري رهيا آهن

## قومپرستي جي نالي مقتول

قومپرستي جڏهن آزادي جي تحريڪ کان اڳتي وڌي شدت پسندي ۽ عسڪريت پسنديءَ تائين پهتي ، آزاديءَ جي گُهر جڏهن بغاوت جي للڪار بڻجي وئي کهاڙي جي ڳاڙهي جهنڊي کي جڏهن سنڌ جي سپوتن جي جذبات لاءِ استعمال ڪري استحصالي قوتن انسانيت دشمن رت جي راند ڪيڏڻ شروع ڪئي تہ يقيناً ڪيترن ئي نوجوانن جي رت وهائي وئي اچو تہ ڪجھ انهن نوجوانن جو ذڪر ڪري اندازو لڳايون تہ هي خطرناڪ خوني راند ڪيترن سنڌي نوجوانن جي رت پي وئي آهي .

## 1: سرائي قربان کهاوڙ

سرائي قربان کهاوڙ 21 اپريل 2011ع تي پنهجي دوستن روپلي چولياڻي ۽ نور الله تنئي سان تنظيمي دوري تي سانگهڙ کان ميرپورخاص وڃي رهيو هو تہ سانگهڙ-کپري روڊ تي باکوڙي موري وٽ، کيس گوليون هڻي قتل ڪيو ويو، بعد ۾ ڪئميڪل هاري گاڏيءَ کي باھ پڻ ڏني وئي، جنهن ۾ سندس سمورو جسم سڙي رک ٿي ويو هو.

## 2: سميع الله ڪلهوڙو

سميع الله ڪلهوڙي کي 30 نومبر 2004ع تي سنڌ يونيورسٽيءَ مان گرفتار ڪيو ۽ کيس اڊائي مهينن تائين حساس ادارن شفيع برفت ۽ اصغر شاھ بابت پڇا ڳاڇا ڪئي ، ان کانپوءِ سميع الله ڪلهوڙي 13 فيبروري 2005ع تي فياض جانوريءَ سميت وڃهہ وٺي، هالا ٿاڻي جي ڪوارٽر مان فرار ٿيو، پر سخت

تشدد ڪري هو سخت بيمار ٿي پيو هو ۽ ڪراچيءَ
جي آغا خان اسپتال ۾ زير علاج هو، جتي 5 مارچ
2005ع تي هو فوت ٿي ويو. ڪيس 6 مارچ 2005ع تي
سنڌ يونيورسٽيءَ جي سامهون ڄام شوري ۾ ٽوڙي
ڦاٽڪ جي شهيد مِنو بليديءَ جي پرسان قومي جهنڊي
جو ڪفن ڏئي، آزاد سنڌو ديش جي قومي تراني جي
وِرد سان مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو.

## 3:مظفر ڀٽو

مظفر ڀُٽي کي ڳُجهن ادارن ٻئين دفعي2011ع ۾
مٽيارين مان ڪنيي گم ڪيو. ان دوران سندس ڀاءُ
ممتاز ڀُٽي کي ٻه پويان گهر ۾ بم ڌماڪي جي سبب
قتل ڪيو ويو، ان بعد ڪيس 15 مهينن جي گمشدگيءَ
بعد . هٽڙي ٻاءِ پاس وٽان 21 مئي 2012ع تي سندس
تشدد ٿيل لاش هٿ آيو.

## 4: ذوالفقار ڪولاچي

جڏهن سرائي قربان کهاوڙ جيئي سنڌ متحده محاذ (جسمم) ۾ شموليت ڪئي ته ذوالفقار ڪولاچي به سندس ساٿي بڻيو ۽ ’جسمم‘ جو مرڪزي ڊپٽي جنرل سيڪريٽري ٿيو. جسمم ۾ شموليت ڪانپوءِ ذوالفقار اڃا وڌيڪ متحرڪ ٿي چڪو هيو ،

5 مارچ 2011 ڪراچيءَ ۾ پنهنجي گهر ۾ وينو هو ته مٿس دستي بم سان حملو ڪري، کيس قتل ڪيو و يو .

### 5: نور الله تنيو

نور الله تنيو متحرڪ ڪامريڊ هو کيس 30 اپريل 2011ع تي اسپتال ۾ قتل ڪيو ويو

### 5: حڪيم نوتيار

حڪيم نوتيار جو قومپرستي جي سفر جو پانڌي هو ته 7 جون 2008ع تي گُم ٿي ويو ۽ هُو تن ڏينهن تائين لاپتا هو، سندس ياءُ ملير ٽاٽي تي سندس گُمشدگيءَ

جي ايف. آءِ. آر بہ داخل ڪرائي ھُئي. 10 جون 2008ع تي گُلستان جوھر جي پھلوان گِوٺ لِڳ فليٽ نمبر 307 مان سندس لاش مليو، سندس سڄي جسم تي تشدد ٿيل ھو، مُنھن تي تيزاب ھاريل ۽ مٿي ۾ گولي لڳل ھُئي. سندس مڙھ بچل خاصخيلي گِوٺ جي لعل شاھہ قبرستان ۾ مٽي ماءُ حوالي ڪيو ويو

ھي تہ جيئي سنڌ جا عوامي ڪردار ۽ افراد ھئا اھڙي طرح تعليمي ادارن ۾ ڪيئن سنڌي نوجوانن جو برين واش ڪري دھشتگرد بڻايو ويو ۽ جيڪي گھران دنيا جي اعلي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ يونيورسٽي ۽ ڪاليج پھتا ڪيئن لقمہ اجل بڻيا اھو بہ ڏسون

## تعليمي ادارن ۾ قومپرستي جي نالي جا مقتول.

قومپرستي جي ڏائنڻ يونيورسٽيءَ جن سھڻن سيبتن نوجوانن کي کائي وئي ان ۾ .

اسد عباسي مهراڻ يونيورسٽيءَ ۾ ، روپلو چولياڻي سنڌ يونيورسٽيءَ ، عبدالمالڪ خشڪ مهراڻ يونيورسٽيءَ ، انور عباسي سنڌ يونيورسٽيءَ ، امان الله وسطڙو سنڌ يونيورسٽيءَ 1984 ۾ چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج ۾ جشنِ لطيف سيمينار ۾ شرڪت ڪرڻ وارن سنڌ ۽ مهراڻ يونيورسٽي جي شاگرد جي بس تي فائرنگ ۾ 5 جسقم ۽ جسمم جا ڪارڪن قتل ڪيا ويا .

احسان ميمڻ شڪارپوري سنڌ يونيورسٽيءَ ، افضل پنهور سنڌ يونيورسٽي کان علاوه بہ هڪ طويل لسٽ آهي ڪنهن ڪنهن کي ذڪر ڪجي اهو ان هي سلسلي جي آخري ڪڙي افضل لنڊ آهي پر الائي ٻيا ڪيترا ان قومپرستي جي فريب ۾ لا علمي جو شڪار ٿيندي جان جي بازي هارائيندا.

اهو تمام سنڌي نوجوانن جو صرف مختصر تعارف آهي جيڪڏهن تفصيل سان ان قومپرستي جي ناسور

جا مقتول ۽ انهن جون ڪاروائيون لکيون وڃن تہ صرف ان هڪ ئي موضوع تي ڪتاب مرتب ڪري سگهجي ٿو پر هن وقت غور طلب ڳالهہ اها آهي تہ ڪيئن جيڪا ڪُڌي سوچ ۽ بيماري پوري دنيا مان تڙي ڪڍي وئي اها ئي سوچ ۽ فڪر اسان جي نوجوانن جي ذهن ۾ غير محسوس طريقي سان اُوتي ڪري انهن کي موت جي منهن ۾ ڌڪي اسان جا مڪار ۽ چالباز شدت پسند قومپرست اڳواڻ مغربي قوتن جي غلاميءَ ۾ انهن جا جوتا چٽي ذاتي مفاد حاصل ڪري رهيا آهن.

## قومپرست پارٽين جي ناڪامي جا اسباب

سنڌو ديش جي گهر کي پنجاهه سالن کان وڌيڪ وقت گذري ويو آهي سائين جي ايم سيد کان وٺي ڪيترا ئي نالي وارا قومپرست اڳواڻ پنهنجي طرفان ڀرپور جدوجهد ڪئي به ۽ ڪري به رهيا آهن آخر ڇا وجه آهي جو سنڌي قوم جو ڏهون حصو به ان فڪر و تصور جو حامي ناهي ، سنڌو ديش جي مطالبي ۽ آزادي جي جنگ جي ناڪامي جا ڪارڻ ڪهڙا ٿي سگهين ٿا ؟ مونکي حيرت آ انهن قومپرست اڳواڻن تي ته آخر ان بنيادي اهم ترين سوالن تي غور و فڪر ڇو نه ٿو ڪيو وڃي ، سندن پارٽي عهديدارن سان انهن سببن تي سنجيده گفتگو ڪري اهي سبب سامهون آڻي انهن جي حل جي طرف اقدامات ڇو نه ٿا ڪنيا وڃن ؟ بهرحال اهي ان حساس ۽ اهم ترين موضوع تي سوچين يا نه پر جيڪي اسان کي انهن جي ناڪامي

جا اسباب نظر اچن پيا اسين اهي ضرور وائکا ڪندا سين .

ڊارون جڏهن فطرت ۾ جانورن ۽ ٻوٽن جي مختلف نسلن جي بقا ۽ ڪجهه نسلن جي ختم ٿيڻ جي سببن تي ڏکهي تحقيق ڪئي ته هن (Survival of the fittest)

جيڪو بنيادي اصول دريافت ڪيو، اهو اصول سماجن ۽ نظرين تي به لاڳو ٿئي ٿو. هن اصول کي هيٺين لفظن ۾ بيان ڪيو آهي

It is not the strongest of the species that survives nor the most intelligent that survives.It is the one that is most adoptable to change .

مضبوط ۽ ذهين نسل اڪثر ڪري فطرت ۾ زنده رهڻ ۾ ناڪام ٿي ويندا آهن ۽ ناپيد ٿي ويندا آهن، صرف اهي نسل بچندا آهن جن ۾ پاڻ کي بدلجندڙ

ماحول سان مطابقت رکڻ جي صلاحيت ۽ اهليت هوندي آهي.

هن اصول کي ذهن ۾ رکندي، ڇا اهو وقت نہ آيو آهي تہ اسان پنهنجي قوميت جي نظريي جي مقصدن کي ٻيهر جانچيون ۽ اهي طريقا ۽ گس اختيار ڪريون، جن جي ذريعي اسان پاڪستان ۾ رهندڙ سڀني ماڻهن جي گلوبلائيزيشن ۽ موجوده گهڻ قطبي دنيا جي تناظر ۾ مدد ڪري سگهون ؟

جيسيتائين اسين قوميت جي محدود ، تنگ نظر ۽ جامد سوچ کان نڪري ڪري هڪ وسيع ، تعميري ، ترقي پسند ۽ ڪنهن بہ تعصب ، شدت پسندي ، ذاتي انا ۽ فخر کان مٿانهان ٿي ڪري فڪر ۽ سوچ رکي سماجي مسائل جون واڳون نہ سنڀاليندا سين ان وقت تائين اهي نڳ اڳواڻ عوام ۾ مقبوليت حاصل ڪندا رهندا ۽ استحصالي ظالمانہ نظام ائين ئي هلندو رهندو

ٻئي ڳالھ قومپرستي جي تعريف ڪندي فرانسس ڪوڪر لکي ٿو تہ ”ڪجھ قومپرست دعويٰ ڪن ٿا تہ دنيا جي ترقي يافتہ قومن کي آزاديءَ سان جيئڻ جو حق حاصل آهي. انهن قومن لاءِ جن وٽ ثقافتي ۽ روحاني سرمايي جو اهڙو اعليٰ درجو آهي، جنهن کي محفوظ ڪيو وڃي ۽ دنيا ۾ پکيڙيو وڃي. سندس دليل هي آهي تہ هڪ اعليٰ تهذيب يافتہ قوم جو حق ۽ فرض نہ رڳو اهو آهي تہ هو پنهنجي آزادي جي حفاظت ڪري ۽ پنهنجي اندروني معاملن کي ٻين جي مداخلت کان سواءِ هلائي پر ان جو اهو پڻ حق ۽ فرض آهي تہ هو پنهنجي پهچ کي انهن قومن تائين وڌائين جيڪي نسبتاً پوئتي پيل آهن. . جيتوڻيڪ توهان کي ان لاءِ طاقت جو استعمال ڪرڻو پوندو. چوندا آهن تہ اعليٰ درجي جي قوم کي عالمگير حيثيت حاصل هوندي آهي

فرانسس ڪوڪر وڏيڪ لکي ٿو ته ”چئبو ته هڪ عظيم قوم کي نه رڳو اهو حق حاصل آهي ته هو سڌي حملي کان بچاءُ ڪري، پنهنجي سرحدن جي حفاظت ڪري، پنهنجي عزت کي محفوظ رکي، پر ان کي اڳتي وڌڻ گهرجي، پنهنجي فوجي طاقت کي وڌائڻ، قائم ڪرڻ. ان جي قومي تسلط کي ترقي ڏيڻ کپي ، ٻي صورت ۾ اهو بتدريج زوال پذير ٿيندو ۽ آخرڪار قومن جي مقابلي ۾ ان جو وجود ختم ٿي ويندو.

جنگ قومي توسيع جو قدرتي وسيلو آهي، ۽ جنگ ۾ فتح هڪ قوم جي قابليت جو ثبوت آهي

فرنسس ڪوڪر جيڪا سوچ ڀڏائي بعينہٖ اها ئي سوچ اسان جي سنڌي قومپرستن جي به آهي ته اسان جي مٿان مهاجر ، پنجابي ۽ پٺاڻ سامراج مسلط ڪري اسان کي غلام بڻائي اسان جي سنڌ جيجل ۽ سنڌي عوام جو استحصال ڪيو وڃي ٿو اهو تمام وڏو ظلم آهي تنهنڪري اسان کي الڳ وطن کپي . ٿوري دير

لاءِ فرض ڪيو الڳ وطن ملي ويو ان ڪانپوءِ توهان جي چا سوچ هوندي چا سنڌي قوم ٻين قومن کا فوقيت نہ ٿي رکي ؟ چا اسان جي تهذيب ، ثقافت ، رسم و رواج ، اخلاقي اقدار ٻين قومن کان بهتر ناهن ؟ يقيناً آهن تہ پوءِ چا ان بين الاقوامي قانون موجب نہ چاهيندؤ تہ توهان جي ثقافت ، تهذيب و تمدن ، رهڻي ڪهڻي ، رسم رواج ٻين قومن تائين پهچائي ترقي ڪيون ۽ پنهنجي سڃاڻ دنيا آڏو وڏي پيماني تي سامهون آڻيون ؟ اها خواهش بہ فطري آهي پر ان خواهش کي پورو ڪرڻ جا طريقا ڪهڙا آهن اهي طريقا بہ فرانسس ڪوڪر ٻڌائي چڪو آهي تہ ,,هڪ عظيم قوم کي اڳتي وڌڻ گهرجي، پنهنجي فوجي طاقت کي وڌائڻ، قائم ڪرڻ. ان جي قومي تسلط کي ترقي ڏيڻ کپي ، ٻي صورت ۾ اهو بتدريج زوال پذير ٿيندو ۽ آخرڪار قومن جي مقابلي ۾ ان جو وجود ختم ٿي ويندو.

جنگ قومي توسيع جو قدرتي وسيلو آهي، ۽ جنگ ۾ فتح هڪ قوم جي قابليت جو ثبوت آهي ,,

مونکي ٻڌايو تہ اڄ انهن جو تسلط ڇو آهي ؟ ڇو جو اڄ اهي ڏاڍا آهن تڏهن گابا آهن ، سياڻي اسان کي آزادي جو تاج مليو تہ اسان بہ پنهنجي قوم جي بقاءَ لاءِ اهو ئي رويو اختيار ڪندا سين جيڪو اهي اسان سان ڪري رهيا آهن تہ پوءِ اسان ۾ ۽ انهن ۾ فرق ڪهڙو رهيو ؟ وڏ ۾ وڏ اهو ڇئي سگهون ٿا تہ هن زماني ۾ شريف اهو جنهن کي موقعو نہ مليو.

قومپرستي جي بنيادي خرابي ئي اها آهي جو هن جذبي ۾ امن ، محبت ، آدرش نالي جي ڪا شيءَ آهي ئي نہ بلڪ اهو فڪر و تصور انا پرستي ، قومي تفاخر جي جوهر مان ئي نهيل آهي جنهن ۾ ٻئي قوم کي حقير ، ذليل ۽ گهٽيا سمجهڻ سان گڏ طاقت ۽ غلبي وقت ٻئي قوم مٿان عسڪري طاقت ذريعي حاوي ٿي حڪومت حاصل ڪرڻ لازمي حصو آهي

جيڪو انسانيت جي فطرتِ سليمہ ڪان پري آهي تنهنڪري بہ عوام جي چِڪ ۽ ڪشش ان فڪر ڏانهن نہ ٿي وڌي

## اسلامي نقطہِ نظر سان قومپرستي

اسلام ۾ ذات پات ، رنگ نسل ،زبان تهذيب ، وطن قوم ، حسب نسب يا ڪنهن ٻئي لحاظ سان تفاخر ۽ فوقيت ، وڏائي ۽ غرور جو ڪوئي تصور ۽ سوچ نہ آهي ، حالانڪ اسلام جي ابتدائي دور ۾ عرب جي سماج جو جائزو وٺون تہ عربستان جو سماج قوميت ۽ عصبيت جي سخت ترين مونجهارن جو شڪار هيو پر جڏهن اسلام جو نورِ هدايت آيو تہ انهن ئي قومن ۽ قبيلن ڪي انهن جي قوميت ۽ قبيلن جي سڃاڻ ۽ اهميت سمجهائيندي قرآن شريف ۾ ارشاد ٿيو تہ

يٰۤاَيُّهَا النَّاسُ اِنَّا خَلَقْنٰكُمْ مِّنْ ذَكَرٍ وَّ اُنْثٰى وَ جَعَلْنٰكُمْ شُعُوْبًا وَّ قَبَآىِٕلَ لِتَعَارَفُوْا ؕ اِنَّ اَكْرَمَكُمْ عِنْدَ اللّٰهِ اَتْقٰىكُمْ ؕ اِنَّ اللّٰهَ عَلِیْمٌ خَبِیْرٌ

اي انسانو! بلاشڪ اسان پيدا ڪيو اوهان کي هڪ مرد ۽ هڪ عورت مان ۽ بنايوسون اوهان کي ذاتيون ۽ قبيلا تانته هڪ ٻئي کي سڃاڻو بلاشڪ وڏيڪ عزت وارو اوهان مان الله وٽ اوهان مان وڏيڪ پرهيزگار آهي بيشڪ الله ڄاڻندڙ خبر رکندڙ آهي.

(سوره حجرات آيت نمبر ١٣ )

جيڪي قومون پاڻ کي فخر سان عربي ۽ ٻئي تمام دنيا کي ڪمتر ڪري عجمي يعني گونگا چونديون هيون سندن ان نفسيات تي ئي ڏڪُ هڻندي فرمايو ويو ته توهان سڀ انسان هڪ ئي ماءُ پيءُ مان پيدا ٿيا آهيو ، پر خدا جي قدرت جو نظام آهي جو انسانن کي مختلف علائقن ۾ پکيڙي ڇڏيو علائقن ، موسمن ، کاڌي پيتي ، مزاج ۽ طبيعت جي مختلف هئڻ ڪري توهان جا قبيلا ۽ قومون ته جدا ٿي ويون پر هي تمام قومون ۽ قبيلا صرف سڃاڻ ۽ معرفت لاءِ آهي اهي نسلي ۽ قومي تفاخر جو سبب نه بڻجندا ، ها تفاخر

جو سبب فقط تقوا آهي جيڪو جيترو وڌيڪ متقي اهو اوترو الله جي بارگاهه ۾ مقبول آهي اها ئي وجهه هئي جو پوري انسانذات کي حجة الوداع جي خطبي ۾ پڻ اها ئي نه صرف نصيحت ڪئي بلڪ اتمامِ حجت ڪندي اقرار به ورتو ويو جيئن حديث شريف ۾ فرمايو ويو ته

يا أيها الناس ! إن ربكم واحد وإن أباكم واحد، ألا لا فضل لعربي على عجمي ولا عجمي على عربي ولا أحمر على أسود ولا أسود على أحمر إلا بالتقوى ﴿إن أكرمكم عند الله أتقاكم﴾ ألا هل بلغت (بيهقي) قالوا : بلى يا رسول الله ! قال: فيبلغ الشاهد الغائب

اي انسانو توهان جو رب هڪ آهي ، توهان جو پيءُ به هڪ آهي خبردار ڪنهن عربي کي عجمي تي ، نه ڪنهن عجمي کي عربي تي ، نه ڪنهن ڳاڙهي شخص کي ڪاري تي ، نه ڪنهن ڪاري شخص کي ڳاڙهي ڪا ئي فضيلت آهي ( ها الله وٽ سڀ کان وڌيڪ عزت

وارو متقي آهي ) خبردار ڇا مون پهچائي ڇڏيو ؟ سيني عرض ڪيو جي ها سائين وري فرمايائون موجود غائب تائين پهچائي ڇڏي.

ها پنهنجي قوم جا حقوق ۽ احسان جا مستحق ۽ مصيبت ۾ مدد ڪرڻ ، ظالم ڪان نجات ڏيارڻ ۽ قوم جو دفاع ڪرڻ انهن يا ان قسم جي ٻين معاملن ۾ پنهنجي قوم وڌيڪ حقدار آهي جيئن جيئن قومي ۽ مٽِي مائٽي جي اعتبار سان ويجهڙائي وڌيڪ ٿيندي ويندي ايئن ايئن استحقاق بہ وڌنڌو ويندو جيئن ابو دائود جي حديث ۾ اچي ٿو تہ

خَيْرُكُمُ الْمُدَافِعُ عَنْ عَشِيرَتِهِ مَا لَمْ يَأْثَمْ

توهان مان سڀ ڪان وڌيڪ بهترين اهو شخص آهي جيڪو پنهنجي قوم جو دفاع ڪري جيسيتائين اهي گناه تي نہ هجن .

اسلام جي محاسن جو اندازو ان حديث مان لڳائي سگهجي ٿو ته ڪيئن هڪ فطري جذبي کي قربت الاهي جو ذريعو بڻايو ويو ڇو جو فطرتاً پنهنجي قوم ۽ قبيلي سان اُنسيت ۽ محبت انسان جي خمير ۾ وديعت ٿيل آهي پر ان جي به هڪ معقول حد بڻائي وئي ته جيستائين گناھ جي مؤقف تي ناهن ان وقت تائين انهن جو دفاع ڪرڻ توهان کي بهترين انسان بڻائي ٿو پر جي توهان جي قوم اهي حدون اورانگهي وڃي ته ان کان بعد توهان جو ڪم هاڻي دفاع ڪرڻ ۽ تعاون ڪرڻ نه پر حق ۽ سچ سان استقامت سان بيهڻ توهان جو ڪم آهي جهڙيءَ طرح حديث شريف ۾ فرمايو ويو ته

أَنَّ رَسُولَ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ قَالَ لَيْسَ مِنَّا مَنْ دَعَا إِلَى عَصَبِيَّةٍ، وَلَيْسَ مِنَّا مَنْ قَاتَلَ عَلَى عَصَبِيَّةٍ، وَلَيْسَ مِنَّا مَنْ مَاتَ عَلَى عَصَبِيَّةٍ

پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو جنهن عصبيت جي دعوت ڏني اهو اسان مان ناهي ، جنهن عصبيت جي

ڪري لڙائي ڪئي اهي اسان مان ناهي ، جيڪو ان عصبيت جي نالي تي ئي فوت ٿيو اهو بہ اسان مان ناهي

عرض ڪيو ويو

يَا رَسُولَ اللَّهِ! مَا الْعَصَبِيَّةُ

يارسول الله صلي الله عليہ وسلم عصبيت ڇا آهي فرمايائون

قَالَ أَنْ تُعِينَ قَوْمَكَ عَلَى الظُّلْمِ

تہ تون ظلم تي هجڻ باوجود انهن جي مدد ڪرين .

ڪيترو واضح پيغام ڏنو ويو تہ تعصب جي نگاهہ پاڻ کي بهتر ۽ ٻئي کي ڪمتر ڪري ڏسندي آهي پنهنجي

قوم ۽ قبيلي جي محبت ۾ حق ۽ سچ کي ڏسڻ کان انڌو نہ ٿجانءِ حق ۽ سچ جي سڃاڻ رکي کري جيڪڏهن تون پنهنجي قوم جي مدد ۽ دفاع ڪندين تہ دنيا جو بهترين شخص آهين جيڪڏهن اهو فرق ۽ امتياز وڃائي وينين تہ اسان مسلمانن مان ئي ناهين. آخرت جي لحاظ سان فرمايو ويو تہ متقي الله جي بارگاهہ ۾ عزت وارو آهي پر اسلام ۾ دنياوي اعتبار سان مساوات جو معيار مذهب ۽ دين نہ پر انسان آهي ان ڪري ئي اسلام ۾ مسلمانن جا حق تہ پنهنجي جاءِ تي پر غير مسلم اقليتن لاءِ حقوق تي مشتمل ڪيترا ئي تفصيلي ڪتاب موجود آهن مونکي تفصيل ۾ وڃڻ جي ضرورت ناهي حديث مبارڪ ۾ هڪ واقعو اچي ٿو تہ

هڪ مسلم ڪنهن عيسائي کي ناحق قتل ڪيو تہ حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم قصاص جي طور تي ان مسلمان کي قتل جو حڪم فرمائيندي فرمايو

أنا أحق من أوفى بذمته

جيڪي غير مسلم ذمي جو معاهدو ڪري چڪا آهن انهن جي حقوق جي حفاظت جو مان وڌيڪ حقدار آهيان پاڻ ڪريم جن اهو فرمان بطور حاڪم اسلام ارشاد فرمايو ان مان معلوم ٿيو تہ ڪنهن بہ غير مسلم سان جيڪڏهن ظلم ۽ زيادتي ٿي آهي تہ ان سان انصاف ڪرڻ حاڪم اسلام جي ذميداري آهي توهان کي معلوم هوندو تہ اسلام ۾ شراب ۽ سوئر حرام ۽ ناپاڪ آهن ۽ مال بہ ناهن جيڪڏهن ڪو شخص ڪنهن مسلمان جي شراب جي بوتل ڀڃي ضايع ڪري ٿو يا ڪنهن جو سوئر هلاڪ ڪري ٿو تہ شراب ضايع ڪرڻ واري ۽ سوئر کي هلاڪ ڪرڻ واري جي مٿان ڪوئي مالي تاوان ناهي پر جيڪڏهن اهي ٻئي شيون ڪنهن غير مسلم جي ملڪيت ۾ آهن تہ مسلمان کي انهن جي ضايع ڪرڻ جي اجازت

ناهي جيڪڏهن ضايع ڪيائين تہ تاوان ڀري ڏيندو
جيئن تہ فقہ جي معتبر ڪتاب در مختار ۾ آهي

ويضمن المسلم قيمة خمره وخنزيره اذا اتلفه

مسلمان کان شراب ۽ خنزير جي قيمت جو تاوان ورتو
ويندو جيڪڏهن ان کي ڪنهن مسلمان ضايع ڪيو .

اسلام اهو واضح حڪم ڏئي چڪو آهي تہ غير مسلم
اقليت جو شراب بہ توهان ضايع نہ ٿا ڪري سگهو
اقليتي دوست جو سوئر بہ نہ ٿا ماري سگهو اها آهي
حقيقي مساوات جيڪا قوم ۽ قوميت کان بالاتر ٿي
ڪري انسانيت کي فوقيت ڏي ٿي تنهنڪري هڪ
مسلمان کي اهڙو ڪوئي بہ نظريو ۽ سوچ نہ رکڻ
کپي جيڪا عصبيت جي معنيٰ تي مشتمل هجي.

## سنڌ ريووليوشنري آرمي جي ميگزين رپورٽ

تازو ئي سنڌ ريوولیوشنري آرمي طرفان سوشل ميڊيا تي مئگزين مزاحمت جي نالي سان وائرل ڪيو ويو نالي سان ئي اغراض و مقاصد ظاهر ٿين پيا پر مان هتي فقط نموني جي طور تي صرف ان مان ٿي رپورٽون پيش ڪيان ٿو

تي لاڙڪاڻي ۾ رينجرز آفيس 16 ڊسمبر 2016 تي گرنيڊ حملو ڪيو ويو. جنهن جي نتيجي ۾ ٻه رينجرز اهلڪار شديد زخمي ٿي

تي هِڪ ئي وقت ڪراچي جي 2015 اپريل 21 بن قاسم ريلوي اسٽيشن ۽ حيدرآباد ۾ حسين آباد وٽان پنجاب ويندڙ ريلوي لائينن کي ڌماڪن سان اُڏايو ويوجنهن جي نتيجي ۾ پنجاب ويندڙ ريلوي سپلائي لائين بند ٿي وئي. ايس آر اي 21 اپريل جي ڏينهن تي هنن بم ڌماڪن سان قومي شهيد ٽيل شهيد سرائي قربان کهاوڙ ، روپلو چولياڻي ۽ شهيد نوراللھ ٽُنيو کي قومي سلام پيش ڪري پيٽا ڏني.

تي ايس آر اي موهن جو دڙو 2015 ڊسمبر 5 ويجهو بادِه)لاڙڪاڻو( روڊ تي رينجرز جي گاڏيءَ کي رموٽ ڪنٽرول بم ڌماڪي سان تباهه ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ رينجرز کي شديد جاني نقصان پهتو

جيڪا تنظيم يا تنظيم جي هڪ ونگ ايترو ظاهر ظهور پاڪستاني عسڪريت يا عوام جي دشمن هجي ۽ قتل ڪرڻ جون خبرون بطورِ فخر دنيا آڏو پيش ڪري ان جي سوچ ۽ فڪر جي بنياد ۽ جوڙجڪ ڪيئن هوندي اها ٻڌائڻ جي ضرورت ناهي اهڙي قسم جي رپورٽن جا ميگزين ۾ ڏهه صفحا ڀريل آهن ڇا اها تنظيم ڀ سنڌ ۽ سنڌين جي همدرد هڏ ڏوکي ٿي سگهي ٿي ؟ ڇا اهو فڪر و تصور سنڌ جي تعمير ۽ ترقي جو ضامن ٿي سگهي ٿو ؟ ان جو جواب ۽ فيصلو مان پنهنجي پڙهندڙن تي ڇڏيان ٿو.

## نتائج

اسان جا سنڌي نوجوان پنهنجي محبوب قومپرست اڳواڻن جي چونڊ تي اکيون ٻوٽي نہ صرف اعتبار ڪندا آهن بلڪ خطرناڪ حد تائين عمل پڻ ڪندا آهن تنهنڪري ضروري سمجهان ٿو تہ قوم جي حقيقي اڳواڻ ۽ ليڊر ۾ ڪهڙيون خاصيتون هجن ٻڌائجن تہ جيئن اسان جا باشعور سنڌي نوجوان اهو فيصلو پاڻ ڪن تہ ڪير اڳواڻ حقيقي قوم جو خيرخواهہ آهي ۽ ڪير ٺڳ ۽ ڏوڪي باز .

هڪ ڪامياب رهنما ۽ ليڊر لاءِ ضروري آهي تہ هو پنهنجي قوم جي فطرت ۽ نفسيات کي ڄاڻيندو هجي ڇو جو انسان فطرتي طور هڪ جانور آهي، پر اهي سماجي قدر، روايتون، نظريا، ۽ نفسياتي ساخت آهن، جيڪي ماڻهو کي مهذب بنائڻ ۾ مدد ڪن ٿا. سماج ۾ پلي ڪهڙيون بہ حالتون هجن، غريبي هجي يا اميري، پر جي قدر زنده آهن، مثبت روايتون زنده

آهن، (جن ۾ انصاف، عدل، پيار ۽ پيائپي، همدردي، ڪهل، لحاظ، صبر، سهپ، مهمان نوازي، دوستي، رشتا، ڏيتي ليتي ۾ ايمانداري وغيره شامل آهن) تہ سماج جلدي سنڌس قدري بحران جو ازالو ڪري تعمير لاءِ اُسهي سگهندو ۽ قومي سطح تي بربادي ۽ ڏڦيڙ پيدا ٿيڻ لاءِ روسو جي هڪ ڪتاب جو اقتباس پيش ڪيان ٿو روسو اهو ڏاهو ۽ فلسفي ۽ اديب آهي جنهن جا ڪتاب ۽ لکڻيون ئي دنيا جي هڪ عظيم انقلاب يعني فرانسيسي انقلاب جو وڏو سبب هيون هن پنهنجي ڪتاب ,, اڻ برابريءَ جي ابتدا ,, ۾ لکيو تہ

ڏسو، هيءَ آهي اوهان جي تاريخ، جيئن هئڻ گهرجي، نہ ڪي اها تاريخ، جيڪا ڪتابن ۾ بند آهي، ڇو تہ ڪتابن جا ليکڪ ڪوڙ ٿا ڳالهائن، پر قدرت ڪوڙ نہ ڳالهائيندي آهي ۽ مون قدرت جي ئي پوئواري ڪئي آهي“.

روسو جي راءِ ۾ ابتدائي انسان نهايت نيڪ، سادو سودو ۽ معصوم هو. هو غرور، حرص ۽ هوس، نفرت ۽ دشمني، لڙائي، فساد، مطلب ته سماج جي سمورين برائين کان پاڪ زندگي گذاريندو هو. اڃ لڳندي هئس ته چشمي مان پاڻي پي وٺندو هو، بک لڳندي هئس ته وڻن جو ميوو کائي وٺندو، ننڊ ايندي هئس ته ڪنهن وڻ جي ڇانو ۾ پير ڊگهاري سمهي پوندو، نه ڏينهن جو ڏک، نه رات جي پريشاني ، نه ماڻهن جي ڳڻتي، نه ڪو آقا ۽ نه ڪو ڪنهن جو محڪوم، پر آسودائيءَ آزاديءَ ۽ برابريءَ جو اهو دؤر ذاتي ملڪيت جي ڪري برباد ٿي ويو.

”شهري سماج جو حقيقي باني اهو ماڻهو آهي جنهن سڀ کان اول زمين جي هڪ ٽڪري کي چئني طرفن کان ٻَنو ٻڌو ۽ دعوىٰ ڪئي ته اهو ٽڪرو سندس ملڪيت آهي. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ ان ٻني کي ٽوڙيو هجي ها ۽ ماڻهن کي خبردار ڪيو هجي ها، ته

ڏسو، هن ڌوڪي باز جي ڳالهين ۾ ڪڏهن نہ اچجو، ڇو تہ زمين ڪنهن هڪ ماڻهوءَ جي ملڪيت نہ آهي پر زمين جو ميوو سڀني جو آهي، تہ انساني نسل ڪيترين جنگين، ڪيترن ڏوهن، ڪيترن قتلن، ڪيترين مصيبتن، ڪيترين بربادين کان بچي پوي ها

ڏسو روسو جيڪو هن دنيا جي هلاڪتن ۽ بربادي ءَ جو هڪ وڏو سبب ڄاڻايو اهو زمين جي ملڪيت جي ورهاست آهي اڄ اسان سنڌو ديش جو نعرو هڻي دعوا ڪيون تہ هن سنڌ ۾ هندستاني مهاجر ، پنجابي ۽ پٺاڻ سڀ ڌاريا آهن ۽ انهن جو ڪنهن بہ طرح سان ڪوئي حق ناهي ڇا اهو عقل جي عين مطابق آهي توهان جي صرف سنڌ ۾ تقريبا ستاويهہ ٻوليون ڳالهايون وينديون آهن ان سان گڏوگڏ سنڌ ۾ ذاتين جي اعتبار سان ئي سمات ۽ غير سمات يعني بلوچ ذاتين جي تقسيم پڻ موجود آهي لفظِ سمات جو اصل مفهوم ئي اصل رهاڪو آهن ان جو مطلب غير سمات ذاتين

جي قبيلن کي ٻه سنڌ ۾ ڪوئي حق ناهي ؟ اهو هڪ انتهائي مشڪل مرحلو آهي جنهن جو ڪوئي انت نڪري ئي نہ ٿو سگهي تنهنڪري هڪ اهڙي واٽ ۽ گس ڏسجي جيڪو سنڌي قوم جي حقيقي تعمير و ترقي جي منزل ڏانهن اسهائيندڙ هجي اسان جي بدقسمتي اها آهي جو اسين پنهنجي گذريل قومي رهنمائن جي قول ۽ فعل تي اکيون بند ڪري لٺ هٿ ۾ ڪٽي بيٺا آهيون تہ فلاڻي سائين هيئن چيو پٿر تي ليڪو اچي ويو هاڻي ڪير اتان مونکي هٽائي نہ ٿو سگهي حالانڪ ماحول ۽ معاشري جون گهرجون تقاضائون انسان جي سوچ ۽ فڪر کي تبديل ڪن ٿيون پر اسان تبديل ٿيڻ بجاءِ گذريل افراد جي سوچ تي پاڙي وينا آهيون اسان کي موجوده دؤر ۾ ڪي تارزن ۽ اسپائيڊبر مين نہ پر سگهارا ۽ ذميوار ادارا گهرجن چو جو هڪڙا ماڻهو ايندا ۽يا ويندا، پر ادارا هوندا. جديد دؤر جي اها تقاضا آهي تہ فردن بجاءِ ادارن تي پاڙڻ گهرجي. هڪڙي پيري هندستان ۾ نرسمها

رائو تي تنقيد پئي ڪيائون ته جنهن پارٽيءَ جو سربراهه گانڌي هو، ان جي سربراهيءَ تي اچي هي وينو آهي. ان تي هن ڪين چيو ته مون کي اوهان جون ڳالهيون ٻُڌي ڏاڍو افسوس ٿيو آهي. اوهان جي خيال ۾ هاڻي جيڪڏهن گانڌي هندستان ۾ هوندو ته ڇا ڪندو؟ يا جيڪڏهن هاڻي پاڪستان ۾ جناح هجي ها ته ان سان ڪهڙي حالت ٿئي ها؟ مخصوص حالتون ماڻهن کي ناهينديون آهن. جديد زماني جي سوچ اها آهي ته فردن تي ڀاڙڻ بدران ادارن تي ڀاڙڻ گهرجي. آڪسفورڊ يونيورسٽي الائجي ڪنهن ناهي آهي، هارورڊ ۽ ڪيمبرج يونيورسٽيون آهن پر اهي ادارا اڄ موجود آهن ۽ بهترين ڪم ڪار ڪن ٿا، پارٽيون هلن ٿيون، ادبي ۽ سماجي ادارا آهن، اهي سڀ هلن ٿا، پر انهن جا باني ۽ خالق ڪٿي آهن ڪير آهن معلوم ئي ناهي ان ڪري فردن بجاءِ ادارن کي ترقي وٺرائڻ گهرجي ته جيئن اهي ادارا نسل در نسل هلن، نسل در نسل جٽاءُ ڪن ۽ وڌندا رهن. اهي ادارا اسان

کي نسلن تائين هلائڻا آهن. فرد وڏي شيءِ آهن پر فرد ادارن جي ماتحت هئڻ کپن، اُهي ادارن جي ذريعي کپن، فرد ادارن کان مٿانهان نه هئڻ کپن. اهي جديد سوچون اسان کي اپنائڻ گهرجن

جڏهن سنڌ جي اوسر ۽ سڌار جي سببن مان اهم ترين سبب بهتر ادارا ڏيڻ آهي ته سوال وري به ٿيندو ته بهترين ادارا ڪير ۽ ڪيئن ڏي ؟ جواب ڪان اڳ جيڪڏهن اسان سوچيون ته وڏيرڪي نظام ، جاگيرداري نظام ۽ سرداري نظام کان باشعور نوجوان جي بيزار ۽ متنفر هئڻ جو جيڪو سبب آهي ون مين شو ، هڪ ئي شخص جو مسلط ٿيل فيصلو جنهن جي اندر هزار برايون ۽ فساد پڻ موجود آهن ۽ عوام کي اڪيون ٻوٽي ان تي عمل ڪرڻو آهي ، اهو ئي سبب ته اسان جي موجوده سياسي جدوجهد ۾ به آهي چو جو جيڪي قومپرست سنڌ دوستيءَ جون دعويدار آهن اهو دعوو ته نج سون پر ان دعوي جي

بنياد ۽ اساس ٻين سان نفرت تي آهي ان بجاءِ جيڪڏهن ڪا باعمل فرسٽ رينڪ مخلص قيادت هجي جيڪا پارلياميںٽري سياست ڪري سنڌ جي حقن لاءِ اسيمبليءَ ۾ ڀرپور آواز اٿاري ته هڪ آئيني ۽ قانوني طريقي سان سنڌ جي موجوده مسئلن جي حل جو ڪرٽو ظاهر ٿئي سگهي ٿو ۽ تمام سنڌين جو جيڪو پرامن ترقي يافته روشن سنڌ جو جيڪو سپنو آهي سو ساپيان ٿي سگهي ٿو.



عبدالواحد آريسر چيو هيو تہ وطن جي محبت آفيم جيان
آهي جنهن واپرائي تباھ تي ويو ۽ جنهن کپائي امير ترين
تي ويو. گذريل پنجاھ سالن کان وٺي ان آفيم تمام وڏي
انگ ۾ سنڌي نوجوانن جون جانيون تباھ ڪيون ۽ ٻارن
کي يتيم ڪيو ، زالن کي بيوھ .

قومپرستي جي موضوع تي سنڌي نوجوانن کي ڪيئن
ڏوڪي ۾ رکيو وجي ٿو ،تاريخ ۾ ان ڪيئن تباهيون
ڪيون ، ان مان ڪهڙا مقصد حاصل ڪيا وڃن ٿا ۽ ٻيو
گهڻو ڪجھ جيڪو سنڌي زبان ۾ پهريون دفعو هڪ
ڪتابي صورت ۾ جمع ڪيو ويو آهي .

ابو عمر غلام مجتبیٰ چنا